# سماٽ

ڊاڪٽر الهه رکيو ٻٽ

گلشن پبليڪيشن

حيدرآباد/ لاڙڪاڻو 2003

گلشن پبليڪيشن جو ڪتاب نمبر- 55

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | سمات |
| مصنف جو نالو | : | ڊاڪٽر الهه رکيو ٻٽ |
| ڇپائيندڙ | : | صفدر علي بلوچ،<br>گهر نمبر H.C.B. 1816 ممتاز ڪالوني،<br>قاضي عبدالقيوم روڊ، حيدرآباد سنڌ. |
| ڪمپيوٽر لي آئوٽ | : | موهن لال مڪواڻا ۽ هوت ميگهواڙ |
| ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ | : | انٽيل ڪميونيڪيشنز، 8- ربي چيمبر،<br>حيدر چوڪ، گاڏي کاتو، حيدرآباد سنڌ. |
| ڇاپو پهريون | : | 1984ع |
| ڇاپو ٻيو | : | 1997ع |
| ڇاپو ٽيون | : | 2003ع |



**SAMMAAT**
By Dr. Allah Rakhio Butt,
Published by Safdar Ali Baloch, Gulshan Publication, H.C.B-1816,
Mumtaz Colony, Qazi Abdul Qayoom Road, Hyderabad.
Composed by Mohan Lal Makwana & Hot Meghwar,
Intel Communications, Hyd.
Edition: 3rd., 2003
Book No. 55

# فهرست

# پبلشر پاران

گلشن پبليڪيشن جي شروع کان وٺي اها ڪوشش رهي آهي تہ اهڙا ڪتاب جيڪي ڪجهہ وقت اڳ ڇپيا ۽ هن وقت اهي ڪتاب مارڪيٽ ۾ موجود نہ آهن، اهڙن ڪتابن کي هڪ دفعو ٻيهر منظر عام تي آندو وڃي. ان کان علاوه اسان جو مقصد اهو بہ رهيو آهي تہ نئين موضوعن تي ڪتاب پڻ ڇپائي پڌرا ڪيا وڃن. انهن ڳالهين کي مدنظر رکندي، اسين پنهنجي محترم استاد ڊاڪٽر الهہ رکيو ٻٽ صاحب جي ترتيب ڏنل ڪتاب "سمات" کي ٻيهر ڇپائي اوهان صاحبن جي خدمت ۾ پيش ڪري رهيا آهيون. اميد تہ پڙهندڙ ان مان سٺو لاڀ پرائي سگهندا.

صفدر علي بلوچ

# باب پهريون



## تاريخ جو مطالعو

هر قوم لاءِ پنهنجي ماضيءَ، حال ۽ مستقبل جي حالتن کي پروڙڻ ۽ پرکڻ خاطر پنهنجيءَ تاريخ جي ڄاڻ رکڻ نهايت ضروري آهي. انساني سماج جي موجوده جوڙجڪ جي تشريح ۽ وضاحت لاءِ صحيح تاريخ هڪ آئيني مثل آهي، تاريخ اسان کي دليلن ۽ منطقي اصولن جي ذريعي ظاهر ڪري ٻڌائيندي آهي ته هي سڀ ڪجهه ڇو ۽ ڪيئن ٿيو. قومن جي ترقيءَ ۽ تنزل، ڪمال ۽ زوال جا سڀ داستان تاريخ جي سيني ۾ سانديل ۽ سمايل آهن. مثال طور: سنڌ جي سرزمين ڪي ٿا وٺون. هتي ڪيترين ئي قومن رهائش اختيار ڪئي، ڪيئي قومون وڏيون ۽ ويجهيون ۽ ختم به ٿي ويون. تاريخ کان اڳ جي دور جا انسان، تاريخ جي مختلف دورن وارا باشندا، هتان جا اصل رهاڪو، ٻاهران آيل ڪٽڪن جا ڪٽڪ، اهي سڀ ڪٿان آيا؟ انهن جو هن ڌرتيءَ سان ڪهڙو سلوڪ رهيو ۽ انهن جي ڪردار ۽ ڪارڪردگيءَ جهڙن سوالن جا جواب، اسان کي فقط تاريخ جي مطالعي مان ئي ملندا.

ان حقيقت کان ڪو به انڪار ڪري نه سگهندو ته اسان جي موجوده حالت، گذريل حالتن جو نتيجو آهي. هِن وقتِ جون حالتون اوچتو ئي اوچتو پيدا ڪين ٿي پيون آهن، پر حقيقت ۾ اهي انهن هزارن تبديلين ۽ انقلابن جو

نتيجو آهن، جن مان اسان جا ابا ڏاڏا ۽ انهن جا به ابا ڏاڏا گذري چڪا آهن. ائين چوڻ بجا ٿيندو ته موجوده حالتون ۽ پيدا ٿيل تبديليون هڪ متواتر ڪم ڪندڙ نظام جي سلسلي جو نتيجو آهن، ۽ اهو متواتر ڪم ڪندڙ نظام ڪنهن لامحدود زماني کان ڪم ڪري رهيو آهي.




ايندڙ وقت جون حالتون وري هن وقت جي حالتن مان جنم وٺنديون. اهڙيءَ ريت، جهڙيءَ ريت موجوده حالتن گذريل حالتن مان جنم ورتو آهي. هي قدرتي قانون يا نظام جيترو اڳ اسين خيال ڪري سگهون ٿا، اوترو پوئتي به ڪم ڪندڙ نظر اچي ٿو. هن سماج ۾ جيڪي ڪجهه هزارين سال اڳ ٿي چڪو آهي، يقينن اچ پيدا ٿيندڙ پار به ان کان متاثر ٿيٺو آهي.

تاريخ جو علم ۽ ان جو مطالعو، اسان جي زندگيءَ جي چڪر کي انتهائي ڊگهو ڪري ٿو. جهڙيءَ ريت ويهين صديءَ ۾ پيدا ٿيل سائنس ۽ ٽيڪنالاجي مفاصلي کي گهٽائي محدود ڪري ٿي، تهڙيءَ ريت تاريخ، وقت کي گهٽائي ننڍڙو ڪري ٿي. اهو هيئن ٿو ٿئي ته اڄ اسين هزارن سالن جي اڳ ٿيل واقعي تي ڪو ڪتاب پڙهندي ائين محسوس ڪري سگهون ٿا " چڻ ته اهو واقعو هن وقت اسان جي اکين اڳيان ٿي رهيو آهي. ان سان اسان جي زندگي خودبخود هزارين سال ڊگهي ٿي وڃي ٿي. اهڙيءَ طرح اسان جي چند ورهين جي حياتي ڪيترا ڪروڙ بلڪه ارب ۽ کرب سال ڊگهي ٿي سگهي ٿي. جيڪڏهن گذريل حالتن ۽ واقعن جو ڪو به رڪارڊ موجود نه هجي ته هوند اسان جي ماضي ۽ مستقبل بلڪل اونداهو ٿي وڃي ۽ اسين اهڙي خلائي سمنڊ ۾ پهچي

ويجون، جنهن جي نہ اڳ هجي ۽ نہ پُٺ! يا اسين اهڙي ڪتاب جي مثل تي پئون، جنهن جو نہ منڍ هجي ۽ نہ پڇاڙي!




تاريخ جي مطالعي جو ٻيو وڏي ۾ وڏو فائدو اهو آهي تہ ان ذريعي اسين گذريل سموري انساني تجربي جو علم حاصل ڪري ان مان دانائيءَ جا املهہ سبق پرائي سگهون ٿا ۽ اهڙي دانائي اسان ۾ جيتري وڌيڪ هوندي، اوتري ئي اسين وڌيڪ ترقي ڪنداسين. اهڙيءَ دانائيءَ مان اسين اهڙا قانون سڪنداسين، جنهن سان اسان جي شخصي ۽ مجموعي زندگيءَ ۾ عظيم انقلاب برپا ڪري سگهن ٿا. ٻئي طرف وري اهڙن قانونن جي ڀيڪڙي اسان جي مجموعي ترقيءَ ۾ ڪيئي رڪاوٽون پيدا ڪري، اسان جي تباهيءَ ۽ بربادي، تنزل ۽ رسوائي جو سبب بڻجي سگهي ٿي.

انسان جي اِنفرادي زندگيءَ ۾ بہ اسان جي اڳيان ڪيترائي مثال موجود آهن تہ هڪ ماڻهوءَ جي ذري برابر لاپرواهيءَ يا غلطيءَ جي ڪري، ان جي آئنده سڄيءَ ڄمار جو نقشو بدلجي ويجي ٿو. قومن جي زندگيءَ جو ساڳيو حال آهي. شخصي زندگيءَ وانگر، قومن جي ذري برابر غفلت، ڪوتاهہ نظري يا غلطي اهڙو نقص پيدا ڪري ڇڏيندي آهي، جو ان مان دشمن کي بيحد فائدو رسندو آهي ۽ قومي زندگيءَ کي اهڙو ڪاپاري ڌڪ لڳندو آهي جو ڪيترن ئي نسلن تائين ان جو اثر زائل نہ ٿيندو آهي.

## سوسائٽي ۽ سماج

دنيا ۾ ٻن قسمن جون شيون موجود آهن: هڪڙيون جاندار ۽ ٻيون غير جاندار ۽ انهن ٻنهي ۾ هڪ




تمام وسيع فرق اِهو آهي تہ جاندار، بيروني حالتن جي اثر کي قبول ڪري بدلجندا رهن ٿا ۽ غير جاندار شين ۾ ٻاهرئين اثر جي ڪري ڪا بہ تبديلي واقع ڪا نہ ٿي ٿئي. هڪ پٿر جي مٿان طوفان گذري وڃي، پر اهو اهڙي جو اهڙو رهندو. ٻئي پاسي هڪ ٻوٽي تائين سج جي روشني نہ پهچي يا ان کي زمين مان خوراڪ حاصل نہ ٿئي تہ اهو ڪومائجڻ لڳندو، ۽ آخر ختم ٿي ويندو. مطلب تہ جاندار شيءِ جي حياتيءَ جو دارومدار اوسي پاسي جي ٻين ڪيترن ئي جزن سان وابستہ آهي، ۽ اهڙي وابستگي هڪ سوسائٽي يا سماج کي جنم ڏئي ٿي.

جڏهن مرد ۽ عورت گڏجي رهن ٿا ۽ ٻار پيدا ڪن ٿا تہ انهن مان هڪ ڪٽنب پيدا ٿئي ٿو. انسانن جو هي مجموعو، جنهن کي ڪٽنب چئجي ٿو، هڪ قسم جي اهڙي وابستگي، جذبو يا طاقت پيدا ڪري ٿو، جنهن جي ذريعي هڪ جو سک ٻئي جي سک سان، هڪ جو نفعو ٻئي جي نفعي سان، گهرو، گهاٽو، ويجهو ۽ اڻ ٽٽندڙ ٿي پوي ٿو. مطلب تہ انهن سڀني جو هڪٻئي جي ڏک ۽ سک، نفعي ۽ نقصان، ڪمال ۽ زوال ۾ هڪ جيترو حصو ٿئي ٿو. اهڙيءَ طرح فردن مان ڪٽنب، ڪٽنبن مان قبيلا ۽ قبيلن مان قومون ٺهن ٿيون. پوءِ سندن نفعو ۽ نقصان، دشمن کان حفاظت، ٻين سان لڙايون ڪرڻ يا صلح ڪرڻ وغيره، سڀني معاملن ۾ سندن ذميداري هڪ جيتري هوندي آهي.

انساني سوسائٽي، هڪ ايڪي يا هڪ جان هئڻ جي ڪري پاڻ ۾ رهندڙ انسان تي هڪ جيترو ئي اثر انداز ٿئي ٿي. سوسائٽي سٺي هوندي تہ ان ۾ رهندڙ فرد، هڪ ئي سانچي ۾ گهڙجي سٺا ٿيندا. سوسائٽيءَ ۾ سٺا خيالات،

سنئي أتئي ويهنئي ۽ سنو علم ۽ ادب موجود هوندو تہ موٹ ۾ ان جا ماڻهو بہ سٺا هوندا. جيڪڏهن سوسائٽي آزاد آهي تہ ان جا رهواسي بہ آزاد فضا ۾ پلجي، اڻ ترء ۽ بهادر ٿيندا. جيڪڏهن اها سوسائٽي ٻين جي تسلط هيٺ رهي غلام بڻجي پوي ٿي تہ ان جا رهواسي بہ غلاميءَ جي آبهوا ۾ پلجي، غلاميءَ جون برائيون پنهنجي اندر جذبڪري وٺن ٿا ۽ منجهن آزاديءَ ۽ غلاميءَ جي فرق جو ڪو احساس نٿو رهي. جيڪڏهن سوسائٽي غريب هوندي تہ ان جا خراب اثر، سيني رهواسين تي پنهنجو عمل ظاهر ڪندا ۽ جيڪڏهن خوشحال هوندي تہ ان جا سڀ رهواسي ان مان سنئيءَ طرح متاثر ٿيندا. ذڪر هجي يا سڪر، بيماري هجي يا خوشحالي، ترقي هجي يا تنزل، ڪمال هجي يا زوال، هر حالت ۾ سوسائٽيءَ جا فرد هڪ جيترو اثر انداز ٿين ٿا. سوسائٽيءَ ۾ رهندڙ فرد ان جو هڪ اهڙو جز بنجي وڃن ٿا، جو انهن جي ذات ان ۾ جذب ٿي وڃي ٿي ۽ هو اڪيلي طور نہ ترقي ڪري سگهن ٿا ۽ نہ وري زنده رهي سگهن ٿا.




## مختلف قومن جي پيدائش

انسان ذات جا مختلف گروهہ، جيڪي هن ڌرتيءَ تي پکڙيل آهن، تن جي ڪن اصولن تي ورهاست ڪري، هر گروهہ کي ”قوم“ جو نالو ڏنو ويو آهي. هي ”قوم“ جو لفظ انسان ذات لاءِ اها معنيٰ رکي ٿو، جيڪا لفظ ”جنس“ حيوانن لاءِ رکي ٿو. اهڙيءَ طرح، انسان ذات جون مختلف قومون هڪبئي کان ڪن اصولن جدا ليکيون

وجن تيون. لفظ "قوم" جو مفهوم "جنس" جهڙو تہ ضرور آهي، پر هي لفظ "ملت" کان بلڪل الڳ ۽ مختلف آهي. يعني "قوم" ۽ "ملت" ساڳيءَ معنيٰ ۽ مفهوم وارا لفظ نہ آهن. ملت جو لاڳاپو قومن جي اهڙي مختلف گروهن سان هوندو آهي، جيڪي ڪن خاص سببن جي ڪري - پوءِ اهي سياسي هجن يا جاگرافيائي - ڪنهن هڪ يا گهڻين حڪومتن جي ماتحت هجن ۽ ڪين گڏي هڪ ڪري سگهجي. ان مان مراد قومن جا اهڙا گروهہ آهن، جيڪي تمدني طور ۽ طريقي ۾ هڪٻئي کان بلڪل مختلف آهن، پر هڪڙي ملڪ ۾ رهڻ جي ڪري، سندن وسيع تر مفاد ۾ مقصد هڪجهڙا آهن. (١)



سائنسدان اِهو ٻڌائين ٿا تہ هيءَ ڪائنات يا جڳ موجوده شڪل ۽ صورت ۾ اچڻ کان اڳ، مادي جي هڪ غير محدود ۽ وسيع سمنڊ جي شڪل ۾ هو. ڪو وقت گذرڻ کان پوءِ ان سمنڊ ۾ تحرڪ پيدا ٿيو ۽ تحرڪ جو نتيجو ٻن شڪلين ۾ ظاهر ٿيو. انهن مان هڪ ملائڻ واريءَ شڪل ۾ تہ ٻيو وري الڳ ڪرڻ واريءَ صورت ۾ هو. ان ساڳئي تحرڪ جتي هڪجهڙن کي پاڻ ۾ ملايو، اتي ٻين کي جدا ڪيو. ان ٻين کي جدا ڪيو. ان عالمگير تحريڪ جي نتيجي ۾، ڪائنات اندر نظام شمسيءَ جا هي انداز جيڙا ٿيا. جن مان هڪ انسان جي ڌرتي بہ آهي.

اهڙيءَ ريت، انسانن جي شروعاتي حالت بہ انهيءَ مادي جي سمنڊ وانگر هئي، جنهن اندر متئين قسم جي تحرڪ پنهنجو ڪم ڪرڻ شروع ڪيو ۽ نتيجي ۾ هتي بي انتها قومون وجود ۾ آيون. مختلف قومن جي هن سمنڊ

۾ ڪنهن هڪ قوم تي علحدگي جي ليبل لڳائڻ وقت ڪيترين ئي طاقتون عمل پيرا ٿين ٿيون. اهڙين طاقتن مان وڏيون ۽ وزندار قوتون هي آهن: ساڳيو نسل، ساڳي زبان، ساڳيو ملڪ، ساڳي حڪومت ۽ ساڳيو مذهب. ڪنهن به هڪ قوم جي گڏ هجڻ لاءِ ضروري ناهي ته ان ۾ مٿيان سڀ جزا موجود ۽ شامل هجن. ان جي برعڪس، جيڪڏهن مٿين قوتن مان ڪا به هڪ، غير معمولي وزن ۽ ڪشش رکيتي ته اها "قوميت" پيدا ڪري سگهي ٿي. مثال طور، مسلمان مذهبي بنيادن تي انگريز زبان جي رشتي سان قوم جي هڪ مضبوط ناتي ۾ جڪڙيل آهن. قديم آسترين شهنشاهت اندر هڪ مضبوط حڪومت، مختلف نسل ۽ زبان وارن ماڻهن کي صدين تائين هڪ قوم جي حيثيت سان گڏ رکيو. سوئٽزرلينڊ ۾ زبانن جو اختلاف آهي، ته وري آمريڪا جي گڏيل رياستن ۾ نسل جو اختلاف آهي. مگر پنهنجيءَ ڌرتيءَ سان محبت اتي جي باشندن ۾ مضبوط قومي جذبو پيدا ڪيو آهي. نسل، خون جي هڪ لهر آهي، جيڪا باهمي ڪشش پيدا ڪري ٿي ۽ دلين ۾ پنهنجن وڏڙن جي ياد کي سدائين تازو رکي ٿي.

ٻئي طرف، زبان اهڙي سونهن پري ديوي آهي، جيڪا قوم جي اندر قوميت جو روح ڦوڪي ڇڏي ٿي. زبان هڪ اهڙو موثر ۽ تيز هٿيار آهي، جو نفرتن ۽ ويڇن کي ختم ڪري قوم کي هڪ پليٽ فارم تي آڻي بيهاري ٿو. زبان ۾ قوم جو سارو علم- ادب سمايل هوندو آهي، جيڪو ان قوم جي سچي تاريخ هوندو آهي. زبان ۾ قوم جي بزرگن جي خواهشن، تمنائن ۽ آدرشن جي هوبهو تصوير چٽيل هوندي آهي. فقط ايترو ئي نه، بلڪ ان



تصوير تي انهن سيني تبديلين جو عڪس پوندو رهي ٿو، جن مان ان قوم ڪي گذرڻو پوي ٿو. حاصل مطلب تہ قوم جي تهذيب ۽ تمدن، عروج ۽ زوال جي داستان معلوم ڪرڻ لاءِ سندن زبان هڪ موثر ۽ آسان ذريعو آهي.




انهن متين قوتن کان علاوه، ڌرتيءَ ۾ هڪ اهڙي ڪشش ۽ ڪرامت سمايل آهي، جيڪا عام طور تي اسين محسوس نٿا ڪري سگهون. اها طاقت تڏهين محسوس ٿئي ٿي، جڏهن ڪير بہ پنهنجي ڌرتيءَ کان پري ٿئي ٿو. انهيءَ وقت ڪيس حضرت يوسف عليہ السلام جو اهو چوڻ سورهن آنا سچو لڳي ٿو، تہ "مصر جي بادشاهيءَ ۽ تخت و تاج کان ڪنعان ۾ گداگر ٿي گذارڻ وڌيڪ بهتر آهي". ملڪ کان ٻاهر گذاريندڙن جي دلين مان جڏهن اوڏانهن جيئري موٽڻ جي اُميد ختم ٿيندي آهي، تہ مرڻ کان پوءِ بہ سندن فاني جسم جي مٽيءَ ڪي، پنهنجي وطن جي پاڪ ڌرتيءَ جي پوتر مٽيءَ سان ملڻ جي تمنا باقي رهندي آهي.

"ميائي جياس، جي وڃي مڙهہ ملير ڏي". (شاهہ)

## ذاتين جي ابتدا

ذات پات رنگ ۽ نسل جو هي ڊرامو گهٽي وقت کان هن ڌرتيءَ تي ڪيڏيو وڃي ٿو. ميور (Miur) ۽ ٻيا مؤرخ ذاتين جي ورهاڱي کي رگ ويد جي زماني کان پوءِ جو تسليم ڪن ٿا. تنهن هوندي بہ، هيٺين چئن ذاتين جو ذڪر گهٽي وقت کان وٺي ملي ٿو:(١) برهما (پنڊت)، (٢) راجينا (راجڪمار يا سيناپتي) (٣) ويسيا (عوام)، ۽

(۴) سودار (نيچ يا غلام).

تاريخ مان شهادتون ملن ٿيون ته آرين هند ۾ اچڻ شرط ئي رنگ ۽ پيد جو بنياد وڌو جنهن کي هو "ورنا" ڪوٺيندا هئا. اهو ئي سبب آهي جو سنڌ ۾ اچڻ ڪري، هتي به چئن ذاتين جي ورهاڱي جو بنياد پيو. خود آريا به مختلف قبيلن ۾ ورهايل هئا. ذات پات جو هي مت پيد وقت گذرڻ سان گڏ مضبوط کان مضبوط تر ٿيندو رهيو.



ذات پات جي ڪڙي ڪيل هن عمارت جو بنياد "منوشاستر" جي اثر جي ڪري وڌيڪ مضبوط ٿيو. "منو شاستر" يا "منو سمرتي" هندن کي جاتين ۾ ورهايو. منو، ۹۰۰ ورهيه ق-م- آرين جو وڏو عالم ۽ قانوندان ٿي گذريو آهي. برهمڻن جڏهن ڏٺو ته هو قديم سنڌين کي متائي نٿا سگهن ته هنن آريائي خون جي پرداخت ڪرڻ لاء ذاتين جو قانون رائج ڪيو. ان ڪان پوء مذهبي انقلابن اچڻ جي ڪري قديم قومن کي تورو گهٽو ساهه کڻڻ جي فرصت نصيب ٿي. آرين ڪان پوء ساڪ، يوناني، يوچي، ستين ۽ پيون فاتح قومون هن ملڪ ۾ وارد ٿيون، پر اهي قديم قومن کي متائي نه سگهيون، بلڪ انهن ۾ جذب ٿي ويون.

اهڙيء ريت، گذريل ڪجهه هزار سالن ڪان سنڌ جي معاشرتي نظام جو بنياد ذات تي رکيو ويو. منو شاستر جي قانونن مطابق سنڌ جا رهاڪو برهمڻ (پوڄاري)، کتري (وڙهڻ وارا) ۽ ويش يعني محنت مزوري ۽ صنعتي ڪمن ڪرڻ وارا هئا. باقي آباديء جا ٽي حصا، يعني اصلي باشندا، بدنصيب شودر هئا.




ان وقت جي تمدني حالتن تي نظر ڊوڙائڻ سان معلوم ٿئي ٿو تہ آباديءَ جا اهي چار طبقا شهرن ۾ رهندا ہہ جدا جدا هئا. انهن جي رهڻ جون جايون بہ هڪ ٻئي کان پري پري هيون. شهر جي وچ ۾ برهمڻ، ان کان پوءِ فوجي، تنهن کان پوءِ ويش يعني مختلف پيشن وارا تاجر، ۽ شودر يعني غلام ۽ اڇوت ذاتين وارا، شهر کان بلڪل پري ۽ الڳ هنڌ تي رهندا هئا. هيٺئين چارٽ کان اهڙيءَ حالت جي بخوبي وضاحت ٿي سگهي ٿي.

| | |
|---|---|
| پيشيور ذاتيون | اڇوت ذات |
| تاجر ذاتيون | وارا |
| اعليٰ ذات ۽ فوجي | |
| برهمڻ | اڇوت ذات |
| اعليٰ ذات ۽ فوجي | وارا |
| تاجر ذاتيون | |
| پيشيور ذاتيون | اڇتو ذات |
| | وارا |

# سنڌ ملڪ جو نالو

سنڌ هڪ قديم ملڪ آهي. منجهس اهو نالو "سنڌو" دريا تان پيو آهي. سنسڪرت ۾ "سنڌو" معنيٰ "وڏو درياءُ" يا "سمنڊ". مسلمان مؤرخن سنڌ لفظ حضرت نوح جي ڀن پٽن، "سند" ۽ "هند" تان ورتو آهي، جن جي پوين هن ملڪ تي ڪيترو عرصو حڪومت ڪئي. سنڌ ملڪ کي اُتر ۽ اولهہ ۾ بلوچستان، اتر ۽ اوير ۾ پنجاب ۽ بهاولپر، اوير ۾ راجستان، جيلسمير ۽ جوڌپور يا مارواڙ، ۽ ڏکڻ ۾ رڻ ڪڇ ۽ عربي سمنڊ اچي

وجن تا.

سنڌ ملڪ جي تاريخ تي اجا تائين گمناميءَ جا پڙدا چڙهيل آهن. اجا سنڌ ملڪ جي صحيح صورت، اصل حقيقت ۽ قديم تاريخي ۽ تمدني معلومات اسان کان لڪل آهي. تڏهن بہ ڪن ڪن هنڌن ڪجهہ پراڻن آثارن ملڻ جي ڪري ٿوري گهڻي معلومات حاصل ٿي سگهي آهي. آمريءَ جا دڙا، نينگ ۽ جهانگارن واري علائقي جون پٿر واري دور جون سٽ گهريون، موهن جي دڙي جا آثار، وغيره ڪجهہ نشاندهي ڪن ٿا. سنڌ جي قديم باشندن مان منجر تي آباد مهاڻن ۽ ٻين قومن- جهڙوڪ ڀيلن ۽ شڪارين - جي نسلي کوجنا جي اهم ضرورت اجا باقي آهي. دراوڙ قوم جي رهاڪن کان سنڌ ۾ موجود اصل قومن، سندن نسل، معاشرت ۽ تمدني حالتن جي مٿان اونداهيءَ جا پڙدا پيل آهن.




## هندستان جون قديم قومون

علم الانسان جي ماهرن جو چوڻ آهي تہ هندستان جي ڏاکڻين علائقن جون قديم ۽ اصل قومون هتي تڏهن کان آباد آهن، جڏهن کان هيءَ دنيا وجود ۾ آئي آهي، يا اهڙيون قومون ان وقت کان هن خطي ۾ آباد آهن، جڏهن آفريڪا ۽ ايشيا هڪ براعظم هو ۽ اتي جي قومن جي هڪ علائقي کان ٻئي علائقي ڏانهن وسيع لڏپلاڻ هلندي رهي. اهڙين جهنگلي ۽لاڏو قومن جي شڪل شباهت ۽ هڏ ڪاٺ ان حقيقت جي پوري دلالت ڪري رهيا آهن تہ انهن قومن جو آفريڪي قومن مان ضرور ڪو تعلق هوندو.




اهڙين قديم قوم کان پوءِ تاريخ ۾ دراوڙي قوم جو ذڪر اچي ٿو. هيءَ اها قوم آهي، جا هندستان جي ڏاکڻين علائقن ۾ هر هنڌ آباد نظر اچي ٿي. هن قوم متعلق ماهرن جي راءِ آهي ته اها اصل توراني نسل جي آهي. هيءَ قوم پنهنجن اصلي اُتر وارن علائقن کان نڪري، هن علائقي جي قديم باشندن کان تاراج ڪري، هتي حڪمراني ڪرڻ لڳي. نتيجي ۾ اصلوڪيون قومون خانه بدوشيءَ جي حالت ۾ جهنگن ۽ جبلن ۾ پنهنجو گذر سفر جهنگلي جانورن جي شڪار تي ڪنديون رهيون، ۽ ڪين هڪ هنڌ ٽڪاءُ نصيب نه ٿيو.

اهڙيون دراوڙي قومون جڏهن اترين علائقن تي حڪمراني ڪري رهيون هيون ته ساڳيءَ طرح ٻاهرين اُترين علائقن کان آيل آريا قومن انهن کي لوڏيو، جنهنڪري هنن اُتر هندستان جي علائقن کان نڪري ڏاکڻين علائقن جو رخ رکيو ۽ اتي موجود قومن سان ساڳيو حال ڪيائون، جيڪو سندن آرين ڪيو هو. اهڙيءَ طرح ، دراوڙن هن ڏاکڻي علائقي ۾ پنهنجيون وسيع حڪومتون قائم ڪري ورتيون ۽ اصل قومون وري دربدر خاڪ بسر ٿينديون رهيون.

انهن هندستان جي ڏاکڻين علائقن ۾ دراوڙي قوم جي تمدن نهايت ترقي ڪئي. جانور سندن خوراڪ هئي. کيتي ڪرڻ ۽ جانورن پالڻ سندن ڪرت هئي. سندن زوال آڻيندڙ آريا قوم، ڪشمير ۽ افغانستان جي رستي، سڀ کان اول واديءَ سنڌ ۽ هماليه جبلن ۾ قدم رکيو ۽ دراوڙي قومن جي تباهيءَ جو باعث ٿي.

شروع ۾ دراوڙ قوم آرين جا گهڻائي ظلم ۽ ستم

برداشت ڪيا. مگر ڪي صديون گڏ رهڻ ڪان پوءِ آريا ۽ دراوڙ قومون پاڻ ۾ اهڙيءَ طرح ملي ويون، جو تاريخ جو هڪ سونهري دور شروع ٿيو. هي سونهري دور عيسوي سن ڪان ٿي صديون ڪن اڳ ڪان شروع ٿئي ٿو. تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته نسل انسانيءَ ۾ رنگ ۽ خون جو امتياز اصل ڪان رهيو آهي. مگر آرين ڪي ته پنهنجي رنگ ۽ نسل تي بي انداز ناز هو، ايتريقدر جو سندن اهڙي امتياز ڪان ديوتا به بچي نه سگهيا. هو پنهنجن ديوتائن ڪي سفيد رنگ ۽ دراوڙن (جن ڪي هو غلام چوندا هئا.) جي ديوتائن ڪي سياهه رنگ وارو ظاهر ڪندا هئا. مطلب ته رنگ ۽ نسل جو هي ڊرامو تڏهن ڪان وٺي، هزارن سالن ڪان ڪيڏيو وڃي ٿو.




دراوڙن جي زماني کي "ٽامي وارو زمانو" چيو ويو آهي. ان ڪان اڳ "تاريخ ڪان اڳ وارو زمانو"، "پٿر وارو زمانو" ۽ "پٿر وارو نئون زمانو" گذري چڪا آهن. ٽامي وارو زمانو، نئون زمانو ڪونيو ويو آهي. هن دور جي ماڻهن وٽ ٽامي جا هٿيار هئا. عراق جي سميري قوم ۽ هندستان جا دراوڙ لوڪ، هڪ قوم جون شاخون آهن.

ان ڪان پوءِ واري زماني کي "لوهه وارو زمانو" چيو ويو آهي. دراوڙن ڪان پوءِ منگول قوم جا ماڻهو، پامير جبل جي پيچرن مان اُڪري، اچي هندستان ۾ پهتا. سندن اوزار لوهه جا هئا. منگول قوم جا هي ماڻهو هندستان جي دراوڙن ۾ گڏجي هڪ ٿي ويا. هنن جو رنگ پيلو ۽ منهن گول هئا. ڪين ڪيتي ڪرڻ ۽ مال چارڻ جو ڏانءُ هو. دراوڙ قوم جي تهذيب جا آثار سنڌ ۾ موهن جي دڙي ۽ ڪوٽ ڏيجي ۽ پنجاب ۾ هڙاپا جي دڙن مان

ملن ٿا. اها تهذيب مصر جي سمير قوم جي تهذيب سان پڻ ملي ٿي.




## سنڌ جون قديم قومون

اها حقيقت تسليم ٿيل آهي ته دنيا جون سڀ پراڻيون تهذيبون دريائن جي ماٿرين ۾ پيداٿيون ۽ وڌيون ويجهيون. نيل، دجلا، فرات، سنڌو ۽ ايران جي قارون درياءَ جي ماٿرين ۾ اهي تهذيبون اُسريون ۽ ختم ٿي ويون. اهڙين متمدن قومن جي تاريخ، تهذيب، رسم ۽ رواج هيئت ۽ سماج، جسماني ۽ دماغي ترقيءَ، معاشرت ۽ مذهب، صنعت ۽ حرفت، اعتقادن ۽ جاگرافيائي حيثيت تي بيشمار معلوماتي سرمايو گڏ ٿي چڪو آهي. يونان، روم، مصر، عرب، بابل، ڪلديا، ايران ۽ هندي تمدن تي ڪافي ڪجهه لکجي چڪو آهي. مگر سنڌ جي تمدن تي اڃا تمام گهڻيءَ کوجنا جي ضرورت آهي. اها به هڪ مڃيل حقيقت آهي ته سنڌ جي تمدن جو بنياد رکندڙ هڪ اهڙي قوم هئي، جنهن کي پوءِ جي مؤرخن تعصب ڪري وحشي سڏيو، ۽ نفرت سان هن کي "دسيو" يعني غلام جي لقب سان ڪوٺيو، ليڪن انهيءَ ئي عظيم الشان تمدن، ترقي يافته قومن کي به تعجب ۾ وجهي ڇڏيو.

سنڌ جو تاريخدان، محقق مرحوم مولائي شيدائي سنڌ جي قديم قومن تي لکي ٿو ته :" سنڌ جي قديم رهاڪن (قومن) جا نالا مؤرخن ۽ محققن بينا، ناڪ، مينا ۽ نابينا ڏنا آهن. سندن اوزار پٿرن جا هئا. آثار قديمه جي ماهرن اهي شيون حب ڪان وٺي الور تائين ڳولي هٿ ڪيون آهن. سندن فيصلي موجب انهن قومن جو گذران ميڃيءَ ۽

چوپائي مال جي شڪار تي هو. اهو دور ”پٿر جو زمانو“ سڏجي ٿو. محققن ثابت ڪيو آهي ته اهي آڳاٽا سنڌي دراوڙ هئا، جن دکن مان نڪري سنڌ، بلوچستان پنجاب ۽ ڪلدانيا تائين بيٺڪون وڌيون هيون. ڪن محققن جو رايو آهي ته اهي پونوچ سمنڊ جي ڪناري تي رهنداهئا، جتان نڪري سنڌ ۾ پهتا هئا. بهرحال، هي مسئلو اڃا حل ٿي نه سگهيو آهي ته سنڌن قديم وطن ڪهڙو هو. سنڌن بدني ساخت متعلق محقق رزلي (Risley) جو بيان آهي ته برصغير هند جا قديم رهاڪو دراوڙ آهن، جن جو رنگ ڪارو، نڪ ويڪرو، وار ڪارا، قدري گهنڊيدار، ڪارين اکين وارا ۽ قد ۾ بندرا هئا، جن سان پوءِ آرين، سٿين ۽ مغل قومون گڏجي ويون.“




## سنڌي قومن جو نسلي جائزو

سنڌو ماتريءَ جي نسلي جائزي ۽ جسماني ڊول ۽ آثار قديمه جي مختلف عالمن، مثلاً جان مارشل، ڪرنل سيول ۽ مئڪي وغيره جي رپورٽن مان ظاهر ٿئي ٿو ته موهن جي دڙي ۾ آسٽرليائي، پونوچ سمنڊ وارا آلپيني ۽ منگولي، گويا چئن مختلف نسلن جا ماڻهو آباد هئا. پروفيسر، اسٽوئرٽ پگٽ اهڙن ماڻهن لاءِ لکيو آهي ته، هن گروهه جا بلڪل خالص نمائندا عرب جي اپيٽ ۾ ملن ٿا. اهي ماڻهو اتر هندستان جي آبادين ۾ ۽ پڻ ٻين هنڌن جي اعليٰ جاتين ۾ به ملن ٿا. هي وچولي قد جا به آهن ۽ قداور به، رنگ سانورو ۽ پيلي قسم جو بادامي به اٿن. کوپڙي ۽ منهن ڊگهو، سنهو اپريل ۽ ڊگهو نڪ، وار ڪارا، اکيون وڏيون ۽ ڪاريون به ۽ بادامي به اٿن ۽ بدن




اڪثر نازڪ ۽ ڪمزور به ٿئين. سنڌو ماٿريءَ جي رهاڪن جي نسلن جي باري ۾ کوجنا ڪندڙن ڪجهه ٻيا نظريا به قائم ڪيا آهن. انهن کي دراوڙ، بروهي، سميري، پاڻي، آشور، واهيڪي، داس، ناگا ۽ آريا وغيره به چيو ويو آهي. بهرحال هن ڳالهه تي تقريباً سمورا کوجنا ڪندڙ متفق آهن ته سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب آرين جي هندستان ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ جي تهذيب آهي، ان ڪري اتان جي ماڻهن کي آريو چوڻ بلڪل غلط ٿيندو.

موهن جي دڙي جا اصلي رهاڪو، شڪل شباهت ۾ يونوچ سمنڊ جي علائقي جي ماڻهن جي نموني لڳندا هئا. "بمبي انٿراپالاجيڪل جرنل" ١٩٣٠ع، موجب ذڪڻ اوير سنڌ جا اصلوڪا رهاڪو ۽ مارواڙ علائقي جا باشندا، هڪٻئي سان ويجهو تعلق رکندڙ هئا، جن جا وارث سنڌ جا جت، ماڇي ۽ ميربحر وغيره ٿي سگهن ٿا. ڪن محققن جي خيال موجب سنڌ جي باشندن جي اڪثريت دراوڙي نسل مان آهي. علم الانسان جي مختلف ماهرن، سنڌين جي نسل باهت الڳ الڳ رايا ڏنا آهن. اهڙن محققن ۾ رنسن، فون ايڪسلڊٽ جا نالا قابل ذڪر آهن. ڪيترن عالمن موجوده بروهي نسلن جو، موهن جي دڙي جي باشندن سان تعلق ڏيکاريو آهي.

سڪندر اعظم سان گڏ آيل يوناني تاريخدانن، سنڌ جي ٻن قومن، هر هڪ جاٽ ۽ ميد جو ذڪر ڪيو آهي. ان کان علاوه يوسف ميرڪ جي "تاريخ مظهر شاهجهاني"، هيوز، ايٽڪن، سمٿ ۽ سورلي جا سنڌ جا گزيٽيئر، مرزا قليچ بيگ، مولائي شيدائي ۽ ٻين ليکڪن جا سنڌ جي تاريخ تي ڪتاب، جهڙوڪ "چچنامو"، "تاريخ

طاهري"، "ترخان نامہ"، "تاريخ معصومي"، "بيگار نامہ"، "تحفة الڪرام" ۽ آدمشماريءَ جون مختلف رپورٽون وغيره. سنڌ جي ذاتين ۽ انهن جي اصل نسل تي روشني وجهن ٿا. مختلف سببن جي ڪري لڏ پلاڻ ذريعي، مختلف ذاتين جو ميلاپ رهندو پئي آيو آهي. سنڌ جي مختلف ذاتين جا، اهڙن سببن جي ڪري ڪڇ، ڪاٺياواڙ، راجستان ۽ پنجاب وغيره سان تمام ويجها نسلي ناتا پئي رهيا آهن.



علم الانسان ۽ آثار قديمہ جي ماهرن جو چوڻ آهي تہ منڇر جي ڪناري تي اڄ ڪلهہ رهندڙ ميربحر، اڳئين زماني جي انهن سنڌين جو نسل آهن، جيڪي ڍنڍن جي ڪنارن تي رهي مڇيون ماريندا هئا. هن مان اها ڳالهہ ثابت آهي تہ مڇي مارڻ ڌنڌو بہ سنڌ ۾ هزارين سال پراڻو آهي. کوجنا ڪرڻ تي منڇر ڍنڍ جي آسپاس ڪيترا اهڙا ڪنڌر لڌا ويا آهن، جيڪي اٽڪل ڇهن-ستن هزارن سالن جا پراڻا آهن. اهڙين جاين تي ان زماني جا مڇي ماريندڙ سنڌي ميربحر رهندا هئا. البت انهيءَ جهوني زماني جي ڪنڌرن مان مڇي مارڻ جا ڪي بہ جهونا اوزار هٿ نہ آيا آهن. پر شاهہ حسڻ جي ويجهو ڪن ڪنڌرن مان پٿر مان ٺهيل ڪنڍيون هٿ آيون آهن، ۽ ان ڪي پٿر جو زمانو چئي سگهجي ٿو، ڇو جو ان زماني جا سنڌي ميربحر، لوهہ جي بدران پٿر جون ڪنڍيون استعمال ڪندا هئا.

آمريءَ ۽ آسپاس مان لڌل ٺڪر جي ٿانون جي باري ۾، عالمن جي راءِ آهي تہ اُهي موهن جي دڙي مان لڌل ٿانو، ڪان گهٽو اڳ جي زماني جا آهن. آمري، چورو ۽ غازي شاهہ جي ڪنڌرن مان جيڪي رنگ جا چٽيل ٺڪر جا

ٿانو لڌا ويا آهن، سي گھڻو ڪري ميسوپوٽيميا جي کنڊرن مان لڌل ٿانون سان مشابهت رکن ٿا.




## جاٽ ۽ ميد

راماڻ ۽ مهاڀارت مان سنڌ جي ڪن قومن جو ذڪر ملي ٿو. انهن ڏينهن جا پانڊو ۽ ڪورو ٻه مشهور گهراڻا هئا، جن جي وچ ۾ مهاڀارت واري جنگ لڳي. انهن کان سواءِ، جيئن مٿي ذڪر اچي چڪو آهي، قديم زماني ۾ سنڌو درياءَ جي ڪناري تي ٻه قومون رهنديون هيون، جن مان هڪڙي جاٽ هئي ته ٻي ميد هئي. عالمن ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته هي ٻئي اُهي قومون هيون، جن آريا قوم جي پکڙجڻ کان اڳ، مختلف ملڪن ۾ قرلٽ ۽ قتل جي بازار گرم ڪري ڇڏي هئي ۽ کهڙو عجب ته سنڌ جا هي ميد ٻه انهيءَ عظيم الشان ۽ مشهور قوم سان تعلق رکندا هجن، جن اسيريا جي سلطنت کان اڳ، فرات واديءَ جي بلنديءَ ۾ وڏي شان شوڪت سان هڪ سلطنت قائم ڪئي هئي. بهرحال هي ٻئي قومون هندستان ۾ ڪڏهن آيون، ان جو يقين سان ثبوت ڪونهي - ۽ اهڙيءَ طرح سنڌ اندر ٻه اهي هڪ غير معلوم ۽ غير محدود زماني کان سنڌوءَ جي ڪناري تي رهنديون هيون ۽ هڪٻئي جون دشمن هيون.

آخر هڪٻئي سان وڙهڻ جو نتيجو اهو نڪتو، جو ميد، جاٽن تي غالب ٿي ويا ۽ جاٽن تي اهڙو ظلم ڪرڻ لڳا جو هو درياءَ جي ايرندي پاسي پناهه وٺڻ تي مجبور ٿي ويا. ان کان پوءِ هڪٻئي کان جدا ٿي، امن امان سان

رهڻ ليکون. مگر جاٽ بيڙين ناهڻ ۾ هلائڻ جا استاد هئا، جنهن کان ميد بلکل بيخبر هئا. هنن جي اهڙي ڪمزوريءَ مان جاٽن اهو فائدو ورتو، جو پنهنجين بيڙين تي ويهي درياءَ پار اکرندا هئا ۽ ميدن تي اوچتو حملو ڪري ڏيندا هئا. سندن مال پکڙي بيڙين ۾ وجهي ڪٽي ويندا هئا، ۽ جيسين ميد لڙائيءَ لاءِ تيار ٿين، تنهن کان اڳ درياءَ اکري اچي پنهنجن گهرن ۾ ويهندا هئا.




ڪو وقت تہ جاٽ ائين ڦرلٽ ڪندا رهيا ۽ ميدن جو ڪو زور لڳي نہ سگهيو. انهن لاڳيتن دريائي حملن جي ڪري ميد بلکل دٻجي ويا ۽ نهايت پريشان ٿيا. آخر ميدن جي اهڙي تنگ حالت ڏسي، جاٽن جي هڪ سردار کي مٿن ترس اچي ويو. هن پنهنجيءَ قوم کي سمجهايو تہ اهڙي وقتي ڪاميابي ڪا پروسي جهڙي ۽ هميشه رهڻ واري شيءِ ڪانهي، اڳ ميد ڏاڍا هئا ۽ اوهين مصيبت ۾ گرفتار هئا. هينئر اوهان جو وارو آهي ۽ هنن تي غالب آهيو، مگر وقت ڦرندي ويرم ئي ڪا نہ ٿي ٿئي، تنهنڪري پلو ان ۾ آهي تہ پاڻ ۾ ٺهي سچڻ ٿي، امن امان ۽ صلح سانت جي زندگي گذاريو. اهڙيءَ طرح، ٻنهي سنڌي قومن جو پاڻ ۾ اتحاد ٿي ويو. هي مهاڀارت واريءَ لڙائيءَ جي ويجهڙائيءَ وارو زمانو هو. "جاٽ" لفظ عام ماڻهن جي زبان تي ڦرندي گهرندي "جت" ٿي پيو آهي. انهيءَ قوم جا ماڻهو اڃا بہ سنڌ ۾ وڏي تعداد ۾ موجود آهن ۽ گهڻو ڪري ساڳيو ڌنڌو ڪن ٿا. يعني لاڏو ۽ سواريءَ جي اٺن تي ڀاڙا ڪٽي پيٽ قوت ڪن ٿا. ريلوي ۽ موٽرن وغيره جاري ٿيڻ ڪري پوءِ اهي ماڻهو گهڻو ڪري

ڪيتي ۽ مزدوري وغيره جو ڌنڌو ڪرڻ لڳا آهن. مسلمانن ۾ "مير جت" ان قوم جو سڏريل نالو آهي. هندن ۾ ان قوم وارا ماڻهو "جتيا" سڏجن ٿا ۽ ڪلن رڱڻ ۽ جُتين ٺاهڻ جو ڪم ڪن ٿا.




ميدن جي باري ۾ وڌيڪ چيو ويو آهي ته سنڌ جا هي باشندا جهازران قوم هئا ۽ سندن ذڪر مهاڀارت يعني ١٤٠٠ ق-م کان شروع ٿئي ٿو. ميد انڊو يورپين قوم هئي، جنهن مهاڀارت کان گهٽو اڳ ايراني مٿانهين پٽ جي اتر اولهندي حصي تي ميديا (Media) جي سلطنت† جو بنياد وڌو هو، جنهن جون حدون آرمينيا کان پري ايشيا مائنر جي اوپر حصي تائين هيون. هن طاقتور قوم، ست صديون ق-م کان اڳ آشور جي پر شوڪت شهنشاهت جي بنياد کي لوڏي ڇڏيو هو. ڇهين صدي ق-م جي وچ ڌاري، ايران جي شهنشاهه "سائرس" هٿان ميديا جو خاتمو ٿي ويو ته اتان ٽڙي پکڙي، مڪران ۽ سنڌ ۾ سڪونت پذير ٿيا ۽ جهازراني ۽ مڇيءَ جي شڪار جو پيشو اختيار ڪيائون. حڪمرانيءَ جي زماني ۾ هو پنهنجي تختگاهه ايڪباناتا ( Ecbanata همدان) جي محلاتن ۾ رهندا هئا. سنڌ ۾ وارد ٿيڻ کان پوءِ سمنڊ جهاڳڻ لڳا ۽ بحري ڦورو ٿي پيا. سندن موجودگيءَ ۾، سنڌ ۾ گهٽا انقلاب ايندا رهيا. انهن مان ڪي تاريخي اهميت رکن ٿا. اهي ميد ميربحر هئا، جن سرانديپ جي جهازن کي ديبل وٽ ڦري، مسلم بيوهه عورتن ۽ يتيم ٻارن کي قيد ڪيو هو.

"چچنامي" ۾ ڊاڪٽر بلوچ لکي ٿو ته ديبل بندر ميدن جو مرڪز هو. عرب مؤرخن جي حوالن مان گمان

نڪري تـو تہ مـڪران، سنڌ ۽ ڪاٺياواڙ جي ڪناري تي رهندڙ اهي قـومـون، جن جو پيـشـو ٺي ڏاڙا هڻڻ ۽ ڦريون ڪرڻ هو، تن مڙني کي "مـيـد" جي نالي سـان سـڏيو ويو آهي. ڊاڪٽر بلوچ صـاحب اڳتي لکيـتـو تہ سنڌ جا مـيـد، غالباً سنڌ جي ساموندي ساحل جا ميربحر هئا، ۽ هاڻوڪي لفظ "ميد" شايد "ميد" جي بدليل صورت هجي.

هيءَ قـــوم ڪڇي گنداوا خطي مـــان لڏي اچي مڪران ۾ ويئي. مولائي شيدائي لکي ٿو سونمياڻيءَ کان وٺي گوادر بندر تائين، ميد ۽ ڪورا ٻہ قومون رهن ٿيون، جن جو گـذران جهـازرانيءَ ۽ مـڇيءَ جي شـڪـار تي آهي. گوادر جي هڪڙي ڪتبي مان پتو پوي ٿو تہ سندن اصل وطن ڪڇي هو. ايليٽ جي راءِ موجب، ميد قوم سنڌ مان لڏي ٻهريائين اچي ڪڇيءَ ۾ ويئي هئي ۽ پوءِ اتان مڪران طرف لڏي ويئي. اهي ايراني نار ڪـــان وٺي ملبـــار تائين جهـازراني ڪندا هئا. "بلوچستـان گزيـتيـئر" مطابق هيءَ قـــوم هيـــئين چئن شـاخن ۾ ورهايل آهي: چل مـــارزئي، جلارزئي، گزير ۽ اورماڙي يا اولماري. انهن مان چل مارزئي شاخ ميد قوم جي اهم شاخ آهي. هيءَ شاخ پاڻ کي لاسي سڏائي پنهنجو حسب نسب نومڙيا قـوم سـان مـلائي ٿي. جا لسٻيلي ۾ رهندي هئي. گزير پاڻ کي بلوچ سڏائين ٿا، اورماڙي پاڻ کي افغان سڏائين ٿا.

مـيـدن جون ڪافي رسـمـون ۽ رواج آفـريـڪـا جي ماڻهن جي رسـمـن جهـڙيون لڳن ٿـيون، پر عـجـب جهـڙي ڳالهہ هيءَ آهي تہ رسـمـن جي ادائيگيءَ وقت هو جيـڪـي گيت يا راڳ ڳائيندا آهن، اهي سنڌي ٻوليءَ ۾ هوندا آهن. انهيءَ ڪري چئي سگهجي ٿـو تہ مـڪـران ۾ گهـڻـو زمـانو



رهڻ جي ڪري سندن رسمن تي مڪران جي رسمن جو اثر پئجي ويو آهي.




جت يا جاٽ قوم لاءِ وڏيڪ معلوم ٿئي ٿو ته هي اصل ستين قوم جي لاڏو ماڻهن سان واسطو رکندڙ آهن، ۽ عيسوي سن کان هڪ سئو سال اڳ سنڌو ماٿري ۾ آباد ٿيا. سڀ کان اول هنن سنڌ ۾ سڪونت اختيار ڪئي ۽ پوءِ اسلام جي شروعاتي دور ۾ سنڌو ماٿر جي بين علائقن، پنجاب، وغيره ۾ ڦهلجي ويا. آرڪيالاجيءَ جي سروي رپورٽن، ٽاڊ جي "راجستان"، ايلفنسٽن جي "هسٽري آف انڊيا"، ايليٽ جي "ريسز آف اين ڊبليو پي" جهڙن ڪتابن ۾ جت قومن جو تفصيل سان ذڪر ملي ٿو. جتن سان گڏ ميد قوم به تقريباً ساڳئي دور ۾ هن علائقي ۾ وڏي ۽ ويجهي. اهي ٻئي قومون ستين نسل جون ٻڌايون ويون آهن. ٻارهين صدي عيسويءَ جي شروعات ۾ جت سنڌ کان ٻاهر، خاص ڪري پنجاب ۾ آباد ٿيڻ لڳا ۽ بابر جي زماني تائين پنجاب جي جتن مٿان گاکڙ، اعواڻ ۽ جنجوا قومن جو تسلط رهيو. هيڏانهن وري ستين صدي عيسويءَ ۾ سنڌ جي جتن ۽ ميد قوم مٿان برهمڻ گهراڻي جي حڪومت هئي ۽ اهي ڏکڻ ۾ ڪثرت سان آباد هئا. ميجر ٽاڊ جتن کي راجپوتن ۾ شمار ڪيو آهي، پر جنرل ڪننگهام، سائس متفق نه ٿيندي، راجپوتن کي آريا نسل مان ۽ جتن کي اتر اولهه جي لاڏو قومن ۽ ستين نسل مان ظاهر ڪيو آهي. تاريخدان ان ڳالهه تي متفق آهن ته جت، ميد ۽ راجپوت قومون هتان جون اصل قومون نه آهن. لڏپلاڻ جي نتيجي ۾ پنهنجو اصل ماڳ ڇڏي صديون اڳ، هنن صلح ۽ سانت، امن ۽ امان واريءَ

سرزمين سنڌ کي پنهنجو دائمي وطن ناهيو ۽ بعد ۾ ٻين علائقن ۾ وڌيا ۽ ويجهيا.

جت، ميد ۽ راجپوت قومن جي نسلي ڇنڊ ڇاڻ اتي ختم ڪا نہ ٿي ٿئي، ڇو جو سنڌ ۽ پنجاب ۾ ڪافي جت قومون موجود آهن، جن جون ريتون رسمون اڻ آريا قومن سان مشابهت رکن ٿيون، ان ڪري هنن قومن جي نسلي مقرريءَ جو فيصلو نسليات جي ماهرن (Ethnol-ogists) تي ڇڏيل آهي.




مهاڀارت جي مشهور جنگ ڪورون ۽ پانڊون جي وچ ۾ لڳي. ڪورو اصل ڪشمير کان آيا هئا ۽ اتي همانت (هماليا) جي اتر ۾ رهندا هئا. سندن هڪ شاخ سنڌ ۾ چناب نديءَ تي رهندي هئي. اهڙي طرح "پنچال" لفظ "پنج" مان نڪتل آهي. جن جو اصل وطن سنڌ جو حصو پنجاب هو. سندن آڳاٽو نالو "ڪريوي" هو. سندن هڪ شاخ ويڪرنا بہ سنڌ ۾ رهندي هئي. مهاڀارت ۽ رامائڻ ۾ سنڌ جي انهن قومن جو ذڪر آيل آهي. ان کان پوءِ سنڌ جي مٿين ٻن قومن، ميد ۽ جاٽ جو ذڪر اچي ٿو. جيڪي ويدڪ زماني ۾ سنڌو درياءَ جي ڪپن تي رهنديون هيون. سندن گذران قرلٽ تي هوندو هو. ٻيئي قومون جهازرانيءَ جي فن کان واقف هيون.

سنڌ جي سدا حيات عوامي شاعر ڀٽائي گهوٽ بہ اهڙين پراڻين سنڌي قومن جو ذڪر ڪيو آهي. سندس رسالي ۾ سنڌي جي ماڇي، مهاڻن ۽ ميربحرن جون ٽي قومون، هر هڪ: سولنڪي، ميد ۽ گندرا - سنڌ جون حڪمران قومون ٿي گذريون آهن، جن ڪافي وقت شان ۽ شوڪت سان هن ملڪ تي حڪمراني ڪئي.



هن وقت سنڌ جون جت، ميد ۽ راجپوت نسل واريون قومون ۽ ذاتيون، جيڪڏهن نسلي اعتبار کان نه، تڏهن به تمدني اعتبار کان گهٽي کان گهٽي مشابهت رکن ٿيون. سنڌ اندر اهي قومون ۽ ذاتيون پنهنجين ريتن رسمن، کاڌ خوراڪ، پوشاڪ ۽ ويس وڳن، اٿڻي ويهڻي، هڏ ڪاٺ، شل شباهت، ڏنڌي ڌاڙيءَ، ٻوليءَ، مذهب ۽ ٻين معاشرتي ۽ تمدني هڪجهڙائين جي ڪري، هڪ تمدني ايڪي، "سمات" جي نالي سان سڏجن ٿيون.

پنجاب ۾ جت ٻن وڏن گروهن ۾ ورهايل آهن. سندن تقسيم سندن پيشي جي لحاظ کان ٿيل آهي. هڪڙا جت اُٺن پالڻ جو پيشو ڪن، ته ٻيا وري کيتيءَ جو ڪم ڪن ٿا. پنجاب جي گهڻن پاڱن ۾ زميندارِي ڪندڙ ماڻهوءَ کي "جت" چوندا آهن. سنڌ ۾ شاهه بندر ۽ جاتيءَ جا جت، مشهور آهن. سنڌ توڙي پنجاب ۾ سيد، بلوچ، پٺاڻ، خواجه، ميمڻ ۽ قريشي ذاتين کان علاوه، ٻيون مسلمان ذاتيون جت ۽ راجپوت آهن. جت ۽ راجپوت تمدني طور ايتريقدر ويجها آهن، جو ڪو ائين نه سمجهي سگهندو ته هي جت آهن يا راجپوت. پنجاب جا ڪي راجپوت "راءِ" جي لقب سان سڏجن ٿا.

سنڌ تي عربن جي حڪومت کان اول ڪجهه صديون، راءِ گهراڻي جي حڪومت رهي ۽ راءِ گهراڻي وارا راجپوت نسل جا سما هئا، جن مان سنڌ جون سمات ذاتيون نڪتيون آهن.

مختلف دورن ۾ سنڌ جا ڪيترا علائقا آباد ٿيا، وڏيا ويجهيا ۽ برباد ٿي ويا، جهڙوڪ : ٿورو وقت اڳ نظر ڊوڙايون ته هندو راءِ گهراڻي جي دور ۾ الور ۽ برهمڻ

آباد، عربن جي دور ۾ ديبل ۽ منصوره، غزنوي دور ۾ ملتان، سومرن جي وقت ۾ محمد طور ۽ سمن جي دور ۾ ٺٽو ۽ سيوهڻ. جيڪو گهڻي وقت کان "سما ننگر" جي نالي سان سڏبو هو ۽ سمن جي دور ۾ به نالي ماتر گاديءَ جو هنڌ هو. اهي سما اصل راجپوت هندو هئا ۽ ١٣٩١ع ۾ مسلمان ٿيا.

الوريا اروڙ، جيڪو ڪافي عرصو سنڌ جو تختگاهه رهيو، تنهن تي پرمار قوم جي هڪ طاقتور سوڍا شاخ ڪو زمانو حاڪم رهي. ان کان گهڻو وقت پوءِ انهن پرمار سوڍن جو عمرڪوٽ تي به راڄ رهيو.

مولانا عبدالحليم شرر پوسٽنس جي ڪتاب "پرسنل آبزرويشنس آف سنڌ" ۽ "پرنسپل فيشنز آف انڊيا" جي حوالي سان، سنڌ جي رهاڪن ۾ قومن جو تعارف هن ريت ڪرائي ٿو: "سنڌ جا ماڻهو سيني مغربي ضلعن جي رهندڙ کان زياده سگهارا آهن. جيڪڏهن اوهان ڪو سنڌي ماڻهو نه ڏٺو آهي ۽ هڪ شريف سنڌيءَ کي ڏسڻ گهرو ٿا، ته فرض ڪري وٺو ته هڪ ڊگهي قد، طاقتور ۽ قوي بدن وارو شخص اوهان جي سامهون بيٺو آهي. هن جو نقشو هندستان جي سيني ماڻهن کان مردانو آهي. مٿي جي بناوت ۾ مجموعي طور سان هڪ خوبصورتي آهي ۽ ڏاڙهي به بلڪل خوبصورت، ڊگها وار سندس ڪلهن تائين لٽڪي رهيا آهن ۽ انهن ۾ نڪ جي سامهون سڌي سينڌ نڪتل آهي. موهن جي دڙي جي پروهت جي مورتيءَ کي جاچي ڏسبو ته ان جي به نڪ جي سامهون سڌي سينڌ نڪتل آهي ۽ مٿي کان پيرن تائين هٿيارن سان لڏيل آهي. ڪي ماڻهو ڊگهن وارن کي ڀڃيان





ٻه اڏ ڪري، ڳنڍ ڏيئي، ٽوپيءَ يا پڳ جي اندر لڪائي ڇڏين ٿا. مذهبي ماڻهن جي مٿي تي عمدو (پٽڪو) رهي ٿو. مگر رئيس قومن جي ماڻهن ۾ هڪ خاص قسم جي ٽوپيءَ جو رواج آهي. غريب غربا پنهنجا ڪپڙا اڪثر نير ۾ رڱي ڪم آڻين ٿا. ڪي ماڻهو، خصوصاً فقير (درويش)، سائي رنگ جا ڪپڙا ڍڪين ٿا. عورتن ڪي سڀ کان پيارو زيور عاج جو چوڙو آهي، جنهن جو رواج عام توڙي خاص ماڻهن ۾ آهي. عام ماڻهو، جن ۾ پوک جو ڪم ۽ ٻين قسمن جي محنت مزدوري ڪرڻ وارا شامل آهن، سي جاٽ آهن، جن عام طرح مذهب اسلام قبول ڪيو آهي. هنن جون عورتون نهايت ئي حسين آهن ۽ ان سان گڏ پاڪدامنيءَ ۽ پرهيزگاريءَ ۾ به مشهور آهن. ماڻهو حيرت سان ڏسندا ته هنن ۾ پردي جو رواج بلڪل ڪونهي، جو ته هي ماڻهو خانه بدوش آهن. هو پنهنجن ڍڳن کي چارڻ لاءِ هميشه سنا سنا چراگاهه ڳوليندا رهن ٿا. جهڙيءَ طرح عرب پنهنجي گهوڙي کان جدا ٿي نٿو سگهي، تهڙيءَ طرح هي ماڻهو پنهنجي ڍڳن کان ڪڏهن جدا نٿا ٿين.

مهاڀارت جي لڙائي کان پوءِ سنڌ ۾ جاٽن ۽ ميدن جون پراڻيون قومون جيڪي راجا دريوڌن ۽ سندس ڀيڻ راڻي دهسلا جي حڪمرانيءَ هيٺ هيون، سي بنا بادشاهه رهجي ويون. ان کان ڪي صديون پوءِ، سنڌ ۾ راءِ گهراڻي جي حڪومت شروع ٿي. سنڌ جي راءِ گهراڻي جي حڪومت چئني طرفن کان پري پري تائين پکڙيل هئي. اتر پاسي قنڌار، سيستان، سليمان جبل، ڪروان ۽ ڪيڪان تائين، اپرندي پاسي ڪشمير جي سرحد تائين، الهندي

طرف مڪران ۽ ڏکڻ ۾ سورت بندر يا سمنڊ تائين ان جون حدون هيون. سنڌ ۾ برهمڻ آباد، نيرون، ديول، لوهاڻي، لڪا (لاڪا) ۽ سمي جا صوبا ۽ قلعا موجود هئا.

مڪران وارو خطو به قديم زماني کان واديءِ سنڌ ۽ وچ مشرق جي وچ ۾ واپار جو وسيلو رهيو آهي. ان کان علاوه راءِ ديوائج (ديوراج) واري زماني کان مڪران وارو خطو، ساموندي ساحل سميت، سنڌ حڪومت هيٺ رهيو آهي. انهيءَ ڪري واديءَ سنڌ جي ماڻهن انهيءَ پاسي سڪونت اختيار ڪري واپار تي قبضو ڪيو. لڪي جبلن واري رستي کان ڪيترا سنڌي ڪٽنب ۽ قبيلا لڏي، لس ٻيلي ۽ مڪران ۾ وڃي ويٺا ۽ ڪي اڃا اڳتي ايران طرف ويا. اهو ئي رستو آهي، جتان سنڌ جا قبيلا پنهنجن مينهن جا ڌڻ ۽ اُٺن جا وڳ ڪاهي، پهرين بلوچستان ۾ وڃي ويٺا ۽ پوءِ ايران پار ڪري اڳتي دجلا ۽ فرات ندين جي ماٿريءَ ۾ وڃي آباد ٿيا.




اها هڪ مڃيل حقيقت آهي ته بلوچ قبيلا بلوچستان جا اصلوڪا رهاڪو نه آهن، بلڪ انهن مڪران ۽ بلوچستان ۾، چوٿين صدي عيسويءَ کان اچڻ شروع ڪيو. بلوچ قبيلن جي اچڻ کان اڳ هن خطي ۾ دراوڙ، عرب، ايراني، بروهي، راجپوت ۽ جت قومون گهٽي تعداد ۾ رهنديون هيون. ابن حوقل جڏهن ڏهين صدي عيسويءَ ڌاري مڪران پهتو ته اتي جتن يعني جدگالن جو قبضو هو، جيڪي قديم زماني کان ان خطي ۾ رهندڙ هئا. جدگالن جي پاڙن مان ڪي تربت، ڪيچ، پنجگوري جي ماٿريءَ، گوادر جي چوڌاري، ڪولوا ۽ پشوڪن کان اولهه طرف ايراني، مڪران ۾ باهو ۽ دشتياري۴ تائين پکڙيل آهن.




جيتوڻيڪ اهي هاڻي بلوچن سان گڏجي گاڏڙ تي ويا آهن، پر تنهن هوندي بہ هو پنهنجي جدگالي ٻولي قائم رکندا اچن. جدگال قبيلا هيٺين پاڙن ۾ ورهايل آهن: (١) رئيس، (٢) ڪينگزئي، (٣) مهدي زئي، (۴) بند، (۵) ڪوڙڪ ۽ (٦) سنگر. اُنهن مان رئيس ۽ ڪينگزئي لسٻيلي جي ڄاموٽن سان پنهنجيءَ نسبت جي دعوا ڪن ٿا. سنگرن جي دعوا آهي تہ هو اصل ۾ سنڌ ۾ رهندڙ جوکين سان واسطو رکن ٿا. هي اڪثر ڪري خانہ بدوشيءَ جي زندگي گذارين ٿا. سندن خاص ڌنڌو اُٺ پالڻ، مال ڌارڻ ۽ زراعت آهي. مهدي زئي هن جي هڪ شاخ آهي.

تحقيقات مان معلوم ٿئي ٿو تہ راءِ گهراڻي جي حڪومت ختم ٿيڻ کان پوءِ، چچ حڪومت حاصل ڪندي ئي الور اچي جاٽن ۽ لوهاڻن کي نڪاٽي لڳايو. ان دور ۾ سنڌ ۾ رهندڙ قومون جاٽ ۽ ميد هن خطي جون قديم قومون هيون. انهن قديم جاٽن ۽ ميدن جي رهائش درياءَ ۽ سمنڊ جي ڪنارن تي لسٻيلي، مڪران ۽ حب تائين ڦهليل هئي. يوناني فاتح اسڪندر، سن ٣٢٥ ق- م ۾، مڪران ويندي جڏهن عربي سمنڊ جي ڪناري تي پهتو تہ لسٻيلي وارن يونانين جو پامرديءَ سان مقابلو ڪيو. مڪران جي ڪناري تي رهندڙ ميد، جن جو گذران مڇيءَ جي شڪار تي هو ۽ مانگر مڇن جي هڏن مان جڙيل جهوپڙين ۾ رهندا هئا، تن اسڪندر جي لشڪر کي گهڻو تنگ ڪيو. ميد جهازرانيءَ جي فن کان واقف هئا. مٿن مڪران جي استولا ٻيٽ تي اسڪندر جي مدد لاءِ آيل نيرڪوس جي فنيقي ۽ مصري ملاحن کي ماري ڇڏيو. ان وقت سنڌ جون حدون راس ملان تائين هيون. مشهور

يوناني تاريخدان هيرو ڊوٽس جي بيان موجب، سنڌي قومن ۾ جدا جدا زبانون رائج هيون. ڪي قومون چوپائي مال تي گذران ڪنديون هيون، ۽ ڪي نديءَ جي ڪپ تي ڪانن جي جهوپڙين ۾ رهندا هئا. اهي ٻيڙين ذريعي مڇيءَ جي شڪار تي گذران ڪندا هئا. اهي ڪانن مان ٽوڪرا ۽ گاهه مان تڏا جوڙيندا هئا.

عربن جي فتح وقت سنڌ اندر جن قومن جي اڪثريت رهندي هئي، سي سما، لاڪا، سهتا ۽ لهاڻا جت هئا. انهن قومن سان مسلمان سپهه سالار سٺو سلوڪ ڪيو. ان وقت کان وٺي ٻارهن سؤ سالن تائين سنڌ جي ٻاڙيسري لس واري علائقي ڪيچ ۾ به جت ۽ ٻيون سماٽ ذاتيون هاريءَ جو ڌنڌو ڪنديون رهيون. سنڌ جي جت ۽ راجپوت نسل مان هتان جون ڪيتريون جديد ذاتيون نڪتيون آهن. جتن ۽ راجپوتن ۾ تمام ويجهڙائي رهي آهي. اڄ به راجپوت نسل جون اعليٰ ذاتيون پنجاب ۾ ”جت“ ۽ سنڌ ۾ ”سماٽ“ ڪوٺجن ٿيون. سماٽ عربي لفظ ”سمه“ جو جمع آهي، ۽ ان مان هندو دور جون اهي سنڌي ذاتيون مراد آهي، جن جو گذر بسر ڪيتي هو. سنڌ ۾ رهندڙ سهتا، سما، لهاڻا به سماٽ قوم جون بنيادي ۽ اصل ذاتيون آهن. انهن ذاتين مان ڪي مسلمان ٿيا ته ڪي هندو ئي رهيا. لهاڻن مان هندن جو ڌنڌو واپار هو ۽ مسلمان جيڪي سماٽن ۾ شامل ٿي ويا، تن جي ڪرت پوکي راهي هئي. سنڌ اندر راجپوت سوڍن جو به ساڳيو حال رهيو. سنڌ جون اڪثر سنڌي راجپوت ذاتيون سمن ۽ جتن جي اصل نسل مان آهن.




”راجپوت“ لفظ مان اعليٰ نسل جون ذاتيون مراد




آهن. "چچنامي" ۾ چيل آهي تہ راجا ڏاهر جي لشڪر جا خاص سپاهي راجپوت نسل جا ٺڪر هئا. موجوده دور اندر سنڌ ۾ رهندڙ راجپوت نسل جون قومون "سوڍا" سڏجن ٿيون ۽ "ٺڪر" جي قومي نالي سان مشهور آهن. اهي ٺڪر سنڌ جي ١٣ ۽ ١٥ عيسوي صديءَ جي تاريخ ۾ نمايان حيثيت رکن ٿا. سومرن ۽ سمن جي لشڪر ۾ اڪثر ڪري ان ذات وارا سپاهي هئا. انهن جي جاڙيجن سان ويجهي عزازت رهي آهي. جاڙيجا پاڻ کي سنڌ جي سمن مان سڏائين ٿا. سمات قوم جي ٻين ذاتين وانگر جاڙيجا سنڌ جي ڪن علائقن ۾ مسلمان تہ ڪن ۾ وري هندو رهيا، سواءِ سومرن جي، جن پوءِ اسلام قبول ڪيو. سنڌ جا ڪلهوڙا بہ راجپوت نسل جا راڻوڙ آهن ۽ سنڌ اندر مسلمان آهن ۽ "سرائي" سڏبا آهن، جو جو اهي ويجهڙائيءَ واري زماني ۾ پنجاب مان نڪري سنڌ ۾ آيا آهن.

سورلي سنڌي مسلمان ڪاشتڪار طبقي کي اصل هندو ڪاشتڪار نسل جو ظاهر ڪيو آهي، جيڪي سٽين قوم سان واسطو رکندڙ هئا. سندس خيال موجب، آرين جي نسل سان سنڌ جي مکيہ ذات سما آهن. جنهن کي "سميجا" يا "سمات" سڏيو وڃي ٿو. ان جون وري مختلف شاخون آهن، جيڪي سموريءَ سنڌ ۾ پکڙيل آهن. سندن ڪجي واسطيدار ۽ همزاد جاڙيجا آهن. بلاذري ۽ چچنامي موجب، انين صدي عيسويءَ ۾ سنڌ جون مشهور قومون ۽ قبيلا ميد، چنا، جت ۽ نڪامريا هئا.

سيوهڻ، جيڪو سنڌ جو قديم شهر آهي ۽ جنهن جي پرسان آمري، نئنگ، شاهہ حسڻ، ڇني ۽ منڇر جا




پراڻا مــاڳ مــوجود آهن، تنهن ۾ سنڌ جي قــديم ترين قومن جي رهائش جو ذڪر ملي ٿو. انهن قديم قومن ۾ ڪول، منگول، سنٿال، ڀيل، دراوڙ، ميد، جاٽ، وغيره اچي وڃن ٿا.

دنيــا جي ٻين خطن وانگر، سنڌ اندر بہ مــختلف نسلن جو پاڻ ۾ گڏجي رهڻ ۽ ميل ميلاپ ڪافي وقت کان هلندو اچي ٿو. اهو ميل ميلاپ قومن جي هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ لڏپلاڻ جي ڪري بہ ٿيو آهي. اهڙي لڏ پلاڻ جي ڪري ملڪي تهــذيب ۽ تمدن، رســمن ۽ رواجن، ٻوليءَ ۽ مذهب، اٿڻيءَ ويهڻيءَ، پوشاڪ ۽ کاڌي، گهر ۾ رهائش، شاديءَ غميءَ ۽ ٻين معاشرتي قدرن تي گهرو ۽ گهاٽو اثر ٿيندو رهيو آهي. سنڌ ملڪ تي بہ اهڙي قسم جي حالتن گهڻو اثر ڇڏيو آهي. هزارن ورهين کان ٻاهرين قومن جا قافلا هت ايندا رهيا. ڪي تہ وڃڻ لاءِ آيا، ۽ ڪي وري اهڙا آيا جو اصل هتان جا باشندا ٿي ويا. دراوڙ، آريا، يوناني، ايراني، عرب، مغل، ارغون، ترخان، بلوچ، سيد، قريشي، انصاري، صديقي ۽ فاروقي وغيره جديد تاريخي دور ۾ سنڌ اندر آيا ۽ سنڌ ڌرتيءَ کي پنهنجو وطن سمجهي اتي جي اصل ماڻهن سان اهڙيءَ طرح ملي ويا، جو اڄ سنڌ ۾ ڪوبہ يوناني، ايراني، عرب، تاتاري، ارغون، ترخان نظر ڪو نہ ايندو. بلوچ، سيد، قريشي، صديقي ۽ فاروقي وري سنڌين سان اهڙيءَ طرح ملي ويا آهن، جو ڪو ذري جو فرق بہ نہ رهيو آهي. ڪي چند معاشرتي پهلو اهڙا رهجي ويا آهن، جن جو باريڪ بينيءَ سان مطالعو ڪجي ٿو تہ فرق نظر اچي ٿو، نہ تہ هو بلڪل نج سنڌي ٿي ويا آهن. ٻاهران آيل اهڙين قومن ۽

سنڌ جي سماٽ قومن جي وچ ۾ ٻوليءَ، رهڻي ڪهڻي، رسم رواج، ويس وڳن، کاڌ خوراڪ، سوڻ ساٺ، ڏنڌي واپار، هڏ ڪاٺ، شڪل شباهت، ايتريقدر جو رنگ ۽ نسل جو فرق به ختم ٿي ويو آهي. تڏهن به ڪي ڪي باريڪ نقطا اهڙا آهن، جيڪي سنڌ جي مختلف قومن جي فرق جي نشاندهي ڪن ٿا. اهڙي تمدني فرق جي ڪري، سنڌ جي جديد قومن کي ٻن وڏن گروهن ۾ ورهايو ويو آهي، جن مان هڪ سماٽ ۽ ٻيو گروهه غير سماٽ قومن جو آهي.



## جديد دور

مٿي تفصيل سان بيان اچي چڪو آهي ته سنڌ جون قديم ترين قومون جاٽ ۽ ميد آهن. هي ٻئي قومون سنڌونديءَ جي ڪنارن تي آباد هيون. هن وقت سنڌ ۾ موجود قومن مان وڏ ۾ وڏ تعداد جاٽ ۽ بلوچ قومن جو آهي، جيڪي شهرن ۾ رهن ٿيون. جاٽ قوم مان مراد سنڌ جي "سماٽ" قوم آهي. مصنف اڳتي هلي لکي ٿو ته راءِ گهراڻي کان حڪومت کسي، چچ انور اچي جاٽن ۽ لهاڻن کي ٽڪاڻي لڳايو. ان مان اهو مطلب ٿو نڪري ته اهي جاٽ ۽ لهاڻا، راءِ گهراڻي جا مٽ مائٽ ۽ ساٿي هئا ۽ شهرن ۾ رهڻ لڳا هئا. راءِ گهراڻي وارن کي اصل سنڌي "سما" چيو ويو آهي، ۽ لفظ "سماٽ" اهڙين قومن جي مجموعي صورت کي چيو ويجي ٿو.

سنڌ جي پاڙيسري ملڪ بلوچستان ۾ به عربن جي ڪاهه وقت سيد، افغان، براهوئي، جت (زط) قومون آباد هيون. ميد ڏکڻ ۾ سمنڊ جي ڪناري تي رهندا هئا.

افغان سليمان جبل وٽ ۽ جت ڪڇي ۽ لسٻيلي ۾ زراعت ڪندا هئا. يوناني جاگرافيدان استرابو جي بيان مان پڻ ظاهر ٿئي ٿو ته لسٻيلي، مڪران ۽ حب جا رهاڪو، ماهيگيريءَ جو پيشو ڪندا هئا. ميد مڇيءَ جي شڪار کان سواءِ ملاح به هئا. سندن مذهبي فرقا ۽ رسمون ڪوراهه جهڙيون آهن.




بلوچستان جو ڪڇ گنداوا يا ڪڇي ساڳيا آهن. هي علائقو هڪڙو ميدان آهي، جتان مولا ۽ بولان درا شروع ٿين ٿا. سندن آباديءَ جو دارومدار ناڙي ۽ لهڙي ندين تي آهي، جن مان ناڙي مشهور آهي. هتي جو ويران حصو " دشت بيدار" سڏجي ٿو، جنهن کي سنڌي زبان ۾ پٽ سڏجي ٿو. هتي آبهوا گرم آهي، ڀاڳ، گنداوا، ڪوٽڙي ۽ ڏاڍر مکيه شهر آهن. گنداوا جو شهر هڪڙي دڙي تي آهي ۽ چوطرف قلعو اٿس. ڏاڍر، بولان لڪ جي منهن وٽ آهي. هتي جا رهاڪو "جاٽ" (Jat ) آهن. بلوچن مان رند، جکراني ۽ ڊومڪي مکيه ذاتيون آهن. جاٽ يا جت هڪڙي وڏي قوم آهي، جا ميسن صاحب جي خيال موجب سنڌ، پنجاب، ستلج ۽ گنگا تائين، ٻئي پاسي قنڌار، ڪابل ۽ هرات تائين پکڙيل هن قوم جون گهٽ ۾ گهٽ چاليهه شاخون آهن. جن مان ميڪر ابڙا، هائورا، ڪلهوڙا، ڪوکر، ماڇي، منجو پلال، پاسارار، تونيا وڏيرا وغيره آهن. سنڌ ۾ ڪلهوڙا پاڻ کي عباسي ۽ تونيا ترڪي نسل مان سڏائين ٿا. مگر هو اصل جت قوم جي سماٽ ذاتين ۾ اچي وڃن ٿا.

برهمڻ دور ۾ سنڌ اندر لهاڻا، جاٽ، سهتا، ڪرد، لاکا، سما وغيره قومون سنڌ ۾ آباد هيون. لوهاڻا،




لاڪاڻ سما ان وقت ڪن علائقن جا نالا به هئا. سمات قوم جا چڱا مڙس اڪثر "ڄام" جي لقب سان ۽ سنڌ جي قديم قوم ۽ حڪمران گهراڻي "سما" سان واسطو رکندڙ آهن. چچ جي زماني کان وٺي ذڪرُ سنڌ ۾ هن قدم جو اثر ۽ اقتدار ملي ٿو. لوهاڻي پرڳڻي ۾، جنهن جي گاديءَ جو هنڌ برهمڻ آباد هو، سما قوم وڏي تعداد ۾ آباد هئي.

سنڌ جي تاريخن ۾ تذڪرن ۾ بار بار ذڪر اچي ٿو ته سنڌ جون اصل سمات ذاتيون خود کي "ڄام" يا "ڄاموٽ" سڏائين ٿيون. اهي سمات ذاتيون به اصل سنڌ جون نه آهن، بلڪ اهي آرين جي خمان ۾ فتوحات کان پوءِ سنڌ کي پنهنجو وطن ڪري اچي ويٺيون آهن. هجري سن جي شروعات ۾، عربن جي فتح کان پوءِ، اهي قومون جن پنهنجي اصل نسل قائم رکڻ ۾ پنهنجي ڪا به گهٽتائي نه سمجهي، تن پنهنجون اصل ذاتيون قائم رکيون، باقي ڪن ٻين فاتحن جي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ يا انهن حملي آورن ۾ فاتحن کي اعليٰ ۽ اُچي نسل جو سمجهي، قريشي، انصاري، هاشمي، صديقي، سيد، مغل، پٺاڻ وغيره سڏائڻ شروع ڪيو. اهو ئي سبب آهي جو اڄ ڪلهه سنڌ ۾ اهڙين ذاتين جي ڪثرت آهي. ان جي برعڪس، انهن ذاتين ۾ سنڌ جي سمات ذاتين کان علاوه، سنڌ جون ڪيتريون اصل ذاتيون ساڳئي رنگ ڍنگ ۾ پنهنجو اصل نسل برقرار رکيو اچن ٿيون. انهن جي هر چال چلت ۾ معاشرتي زندگي سمات ۾ ٻين ذاتين کان بلڪل نرالي ۽ نمايان آهي. مثال طور، ماڇي سنڌو ماتر جي اصل قوم آهي ۽ سندن گذران مڇي مارڻ تي آهي.




پنجاب ۾ ليا تائين انهن جو مکيه ڌنڌو مڇي مارڻ آهي، باقي سنڌ ۾ هو ٻين ڌنڌن سان لڳي ويا آهن. مهاڻا اهڙي ذات آهن، جن مڇي مارڻ جو ڌنڌو ماڇين کان اختيار ڪيو. جيئن ته مهاڻن جي مڏيءَ کي "مياڻي" چئجي ٿو، ان ڪري ائين سمجهڻ لاءِ قوي امڪان موجود آهن ته انهن جو گجرات جي "مياڻن" سان ويجهو تعلق رهيو آهي. شڪاري ۽ ٻاليشاهي اصل شڪار تي گذران ڪندڙ ذاتيون آهن، جن مان گهڻن ماڇي ذات اختيار ڪئي ۽ پنهنجو شڪارپ جو ڌنڌو ڇڏڻ کان پوءِ اڪثر "شيخ" سڏجڻ ۾ اچڻ لڳا.

سنڌ ۾ اهڙيون ذاتيون به موجود آهن، جيڪي پاڻ کي عرب نسل جون سڏائين ٿيون. انهن ۾ سيد، پير، صديقي، فاروقي وغيره اچي وڃن ٿا. سنڌ جي ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي نسل ۾ به ڪلفي شڪ شڪوڪ آهن. ڪلهوڙا پاڻ کي راجپوت نسل مان سڏائين ٿا ۽ منجهائڻ ڪافي درويش ۽ بادشاهه ٿي گذريا آهن. ساڳيو حال سنڌ جي ٿهيم ذات وارن جو آهي. هو ڪڏهن پاڻ کي عرب "تميمي" نسل مان ۽ ڪڏهن بلوچ سڏائين ٿا - ته ڪي وري انهن کي موچي چون ٿا. مگر اهي اصل ۾ سمات قوم جا ڇاموٽ آهن.

سنڌ جو "سرائي" ذاتيون، جي اڪثر اتر سنڌ ۾ رهن ٿيون، سي اصل ڪلهوڙن جي دور ۾ سنڌ ۾ آيون آهن. اهي "جتڪي" يا "سرائڪي" ڳالهائين ٿيون. انهن مان ڪي پاڻ کي سنڌي "جت" ۽ ڪي "سمات" سڏائين ٿيون. انهن ۾ اٺ پاليندڙ قومون به اچي وڃن ٿيون، جي پاڻ کي "سرائي" ڪو نه چوائين بلڪ "جت" سڏائين




ٿيون. وقت گذرڻ سان پنجاب جي جت ذاتين مان سيال، کوکر ۽ اعواڻ وغيره ذاتين، پاڻ کي "سمات" ۾ داخل ڪري ڇڏيو. پنجاب جي سرائي ۽ جت ذاتين مان هيٺيون ذاتيون، هن وقت "سمات" ذاتين ۾ سڏجن ٿيون: آهير، اعــواڻ، بدا، ڀڳت، ڀنڊ، ڀوهر، ڀوڪ، ڀٽ ڇڄڙا، ڳچل، ڳورڙ، جويا، ڪنسيرا، ڪمتيا، ڪوکر، کهاوڙ، مسڻ، سامتيا، سيال، ساهڙ، سهاڳ، تيوٽا، تانڙي، ٽگڙ وغيره. سرائي قوم جي ذاتين ۾ چگدا ذات به ڏسڻ ۾ اچي ٿي، جيڪا ڪٿي سمات، ڪٿي مغل ۽ ڪٿي مهاٽا سڏجي ٿي.

سنڌ جي سمات ذاتين ۾ راجپوت نسل جون به ڪيتريون ذاتيون اچي وڃن ٿيون. مثال طور: راٺوڙ، پنهور، وغيره. سنڌ جي سمات مسلمان ذاتين جهڙيون ڪيتريون غير مسلم ذاتيون راجپوتانا، ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ ۾ به ڪثرت سان موجود آهن. سنڌ اندر ڪن هندن تي اهي ذاتيون مسلمان، ۽ سنڌ جي ڪن هندن ۽ سنڌ کان ٻاهر ساڳيون ذاتيون غير مسلم آهن. اهڙين سمات ذاتين ۾ مذهب کان سواءِ ڪو به تمدني فرق ڪونه آهي. اهي پاڻ ۾ شاديون مراديون ڪن ٿا. اهڙين ذاتين مان ڪي هي آهن: ٻرڙا، سميجا، جوکيا، نومڙيا، آنبا، ڏيپر، راهڙا، مگريا، لاڙڪ، ڪاٺيا، مهر، ڏهر، ڌاريجا وغيره. ميرپور ماٿيلي ۾ تر جا مهر، جيڪي راجپوت نسل جا آهن، تن جي شڪل شباهت، هڏ ڪاٺ ۽ رسم رواج بلڪل سنڌن پاڙيسري بلوچن سان به لڳن ٿا. ته جيسلمير جي سرحد تي هجڻ جي ڪري ان خطي جي رهاڪن سان به سنڌن تمدني لاڳا پا ظاهر ٿين ٿا. سنڌ جي اهڙين راجپوت، سرائي ۽ اصل ڄاموٽ يا سمات ذاتين جي تمدني حالت

بلڪل هڪجهڙي آهي ۽ انهن کي مجموعي طرح ”سمات“
قوم جون ذاتيون ٿي چيو وڃي ٿو.








# باب ٻيون

## سمات قوم جو اصل نسل

سنڌ جي اصل سنڌي قومن کي مجموعي طرح سان "سمات" سڏيو ويجي ٿو. انهن جي سمي ۾ بلوچ ۽ ٻيون سوين قومون ٻاهران آيل آهن. تاريخي ڇنڊ ڇاڻ ۽ لساني حيثيت جاچيندي معلوم ٿئي ٿو ته لفظ "سمات" سنسڪرت ٻوليءَ جو لفظ آهي.

١- سم: هڪجهڙو، هڪجيڏو، وغيره.

٢- سموا: برابر.

٣- سمواتہ: هڪجهڙو، ڀاءُ ماڻهو.

٤- سمويا سمويہ: ساڳئي ملڪ يا ساڳئي راڄ جو.

٥- سموترا: هڪ ڀاپيءَ جو راڄ (جمهوريت) لوڪ راڄ.

٦- سومرت: سچ پوڄا.

٧- سوم: چاڻ، نالو، سچ جو پوڄا واسطي.

٨- سومريہ: سچ جو پوڄاري يا هڪ مذهبي ماڻهو.

٩- سوم وار: سوم جي پوڄا جو ڏينهن، هاڻي سومر.

١٠- سمو: ساڳئي راڄ جو عام ماڻهو پر ساڳئي ڌرم وارو.

١١- سومريہ: (سوريہ معنيٰ سچ يا ٻلوان)

١٢. سمواترا: اهڙي راڄا جو ملڪ، جو پاڻ سچ جي پوڄا ڪري ۽ ڪرائي.

١٣. سماويد: اهڙي ملڪ جو قانون، جنهن ۾ سڀ هڪجهڙي پوڄا ڪن ۽ هڪ راڄا جي هيٺ هجن.

١۴- نـتي جو اصلو نالو " ســوامي گــرهہ" يا " ســوامي ڳڙهہ" هو، جو پوءِ تتيہ نگر" يعني "ننو نگر" ٿيو، ڇو تہ ڇچ "تتـيـہ" جو پوڃاري هو. ان لفظ "تتـيـہ" سـان "نگر" نهيو، جنهن جي معنيٰ "درياهہ جو پوڃاري" آهي.

١۵- سمـوترا جو پـاڳو اهو آهي، جو افـغانستـان سميت، ڪشـميـر سمـيت، الور، ڪنيات جي نار ڪان ڦري ڪڇ، ڪاٺياواڙا، گجرات، سنڌ، بلوچستان تائين اچي وڃي ٿو. گويا سڀ ملڪ "سموترا" ۾ اچي وڃن ٿا.

١٦- سمواترا ۾ سڀ قومون اچي وڃن ٿيون، يعني ٻروچ بہ.




١٧ سنسـڪرت ۾ "ند" چئبـو آهي، طرف کي، جتان نـهيو "ندان" - معنيٰ " هو طرف" يا " هو متو"، "اند" معنيٰ "اندريون پاسو"، ۽ "سند" "سامهون پاسو" تنهن ڪري آرين "سند" معنيٰ سامهين پاسي واريءَ نديءَ ۽ درياهہ کي ســڏيو "سندو" يا "سنڌو"، تنهن ڪري سنڌ ٿيو سنڌو درياهہ وارو ملڪ. ائين بہ چئي سگهجي ٿو تہ "اندسين" ۽ "سندسين" درياهہ آهن، ڇا لاءِ تہ "سين" درياهہ کي بہ چوندا آهن.

اهڙيءَ شـاهديءَ مـان نتــيـجو ڪڍيو ويو تہ "سمـواتري" ملڪ جي ماڻهن کي چئجي "سمـا"، جنهن ۾ انيڪ ٻيون ذاتيون بہ ساڳيءَ پـاڻيءَ ۾ اچي ويون. پر سوال اٿي سگهي ٿو تہ جيڪڏهن حقيقت ائين آهي تہ پوءِ سنڌ ۾ ڇو هڪ ذات جي مـاڻهن پاڻ کي "سمـو" سڏايو. ان جو جواب هي آهي تہ هي فـرق ٻن فـرقن سـبب قـائم رهيو. "سـومرا" جيـڪي ڏرمي بزرگ هئا، تن کي پنهنجي مذهب جي هنڌرمي ٿي، پر جيڪي عام فرقي جا هئا، تن




پاڻ کي "سما" ڪوٺايو. تاريخ مان اهو به ثابت آهي ته ٻنهي فرقن جي وچ ۾ هميشه لڙايون لڳنديون رهيون آهن. ڪڏهن سما فتحياب پئي ٿيا، ته ڪڏهن سومرا. اها لڙائي هر دور ۾ هلندي رهي. ظاهر ۾ ان جي خاتمي جو ڪو به سبب نظر نٿو اچي، پر جڏهن ٻئي ڌريون مسلمان ٿيون، تڏهن سمن جي سردار پاڻ کي "سمو" ڪوٺايو ۽ سومرن جي سردار پاڻ کي "سومرو" سڏايو. ان طرح سان ذاتي لفظ منجهي قومي معنيٰ ۾ استعمال ٿيڻ شروع ٿيو، ۽ سما قوم ۽ سومرا قوم جو وجود پيو.

انهيءَ طريقي لفظ "سمات"، اصل ۾ "سماتر" مان ڦري "سمات" ٿيو آهي. مسلمان ٿيڻ کان پوءِ هنن ٻن فرقن جي ذات سنڌ جي مختلف ڀاڱن تي حڪومت ڪري چڪي آهي. "سهتو"، "ڪوروجو" (ڪوريجو) ۽ "ڏاهري" ذاتين وارا اصل ۾ راجا ڏاهر جا جزا هئا، جن وري انهن ذاتين سان پاڻ کي مشهور رکيو. هو پاٽيءَ جا پوڄاري ۽ برهمڻ نسل جا هئا. هنن به مختلف وقتن تي سرداري ڪئي آهي.

سنسڪرت لفظ "اونير"، "پونير"، "رونير" ۽ "چونير" ڏيکارين ٿا ته قديم راجائن جا لشڪر چئن قسمن جا هئا: (۱) "اونر" يا "اونرا"، جن مان ٿيو "اُنڙ". هي لشڪر خاص راجائي ڪئمپ جو لشڪر هوندو هو، جو فقط راجا جي شهر، محلات ۽ جنگ ۾ سندس سر جو پهريدار هوندو هو. ساڳيو طريقو مسلمان بادشاهن به جاري ڪيو، جن کي "خاصخيلي" ڪوٺيائون. "خاصخيلي" يعني ڪئمپ جا راڪا ماڻهو. خاصخيلي ڪا خراب ذات ناهي، جيئن اڄڪلهه سمجهيو وڃي ٿو.

بادشاهہ جي چڙهيءَ جي گهوڙي کي سنيالينڊڙ بہ خاصخيلي سڏبا هئا. ان طرح خاصخيلي خاص طرح سان بادشاهن جا مقرب هوندا هئا ۽ راڄ ۾ سندن وڏي عزت هوندي هئي. انهن مان ڪيترن تہ وزارت جا عهدا بہ ماڻيا هئا. مير علي مراد ٽالپر تہ پنهنجي مقرب يعني "خاصخيلي" کي "خانصاحب" جي لقب سان سڏ ڪرائيندو هو. "پونر" يا "پنرا" يا "پنر"، ملڪ جي بچاءُ جي لشڪر کي چوندا هئا. (٣) "رونير"، جي "رون" ڏيندا هئا. يعني جاسوس پوليس. (۴) "چونير" يعني "چنا"، جيڪي سرحدن جي خبر رکندا هئا، ۽ سرحد جي نگرانيءَ تي مقرر هوندا هئا. "چنڙ" قوم پاڻ کي "چونر" ۽ "چنڙ" ڪوٺائي، شايد "چني" جو لقب پاڻ ڏي تي ڇڪي. پر ائين نٿو ڀانئجي. "چنڙيہ" يا "چنرا" اصل ۾ درباري ماڻهو هئا ۽ شطرنج جا ڄاڻو هئا. "چنتر" معنيٰ "شطرنج" - سنڌيءَ ۾ "چنر" پڻ هڪ راند آهي، جا ڳوٺن ۾ عام ۽ مشهور آهي.

"اُنڙ" قوم پان کي "سمات" قوم جي سرداريءَ جو لقب ڏيندي آهي، پر حقيقت ۾ ائين ناهي، اها حقيقت آهي تہ انڙن خاص عهدا ماڻيا هئا، پر سمن جون سرداريون حقيقي هيون. سما وقت جي راڄ ۽ عام ڀائپيءَ جا ماڻهو آهن، پر ڪا خاص قوم نہ آهي، چنا قوم بہ سنڌ ۾ چڱي انداز ۾ موجود آهي ۽ انهيءَ قوم بہ سرداري ڪمائي آهي. "سماترا" کي خيال ۾ رکندي، سنڌ ماتريءَ ۾ آباد ٿيل قومن جي اولاد در اولاد مان بلوچ، بروهي، مڪراني، پٺاڻ ۽ افغان قومون، هڪ ڪري "سمات" جا جزا ٿي آهن، مگر سنڌي "سمات" قوم ۾ اصل سما ۽ سومرا قومن



جون ذاتيون اچن ٿيون.

سمن بابت مختلف رايا آهن: ڪي چون ٿا تہ سما هندو راجپوت هئا ڪي چون ٿا تہ سما سام جو اولاد آهن، جيڪو حضرت نوح نبي جو پٽ هو. جنهن کي چار پٽ ٻڌ، سنگها، همهر ۽ پاڳرت هئا. ٻڌ کي سورهن پٽ هئا، جن کي گهڻو اولاد هو. جن مان سمن جون جدا جدا شاخون نڪتيون. جيڪي انهن جي نالن پٺيان سڏجن ٿيون. جيئن تہ پرهياڙ، ڪوريجا، ناهيا، چاوڙا، ڀٽي، اوڍر، لاکير، لاکا، اڏا، اڏيجا، مهر، ساند، مناهيا، سميجا، لنجا، ڏاهر، راڏڻ، ڪاڪيپوتا، هنگورجا، هاليپوتا، هالا، ساهڙ، نهڙا، جکرا، ڪاهيا، پلي، سوڍر، اوڍا، ابڙا، ابڙيجا، رکن، راهما، وغيره. اهي سمات ذاتيون سڏبيون آهن. اهڙيون ڪئي سمات ذاتيون ٿر ۾ رهن ٿيون. ڪي ذاتيون تازو هندن مان مسلمان ٿيل آهن. جهڙوڪ: سنگراسي، ڏوهٽ، ڀٽي، ڪيلهڻ، چوهاڻ، نہا، نرا وغيره. اهي راجپوت قومون هيون ۽ اچا اصولوڪن نالن سان سڏجن ٿيون.

ستين صدي عيسويءَ ۾ هڪ غير ملڪي برهمڻ پنڊت چچ، سنڌ جي سما قبيلي جي راءِ خاندان وارن جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪري، (٦٢٢ع ڌاري) سنڌ تي برهمڻ راڄ جاري ڪيو. عربن جي فتح (٧١١) وقت سنڌ ۾ ٻين ڪان علاوه جيڪي نسلي گروهہ آباد هئا. انهن ۾ هيٺيان قابل ذڪر آهن : (١) سنڌ جي سما نک جا قبيلا، جهڙوڪ: لاکا، لهاڻا، نگامرا، ڪاڪا ۽ چنا، (٢) راجپوت نک جا قبيلا، جهڙوڪ: سهتا، ڀٽي، ٺَڪر، ( ٿرپارڪر ۾ موجود سوڍا نڪر) ۽ (٣) قديم سٿين سان وابستہ لورا لنگها ۽ پوءِ جي بلوچن سان واسطو رکندڙ "جت" قبيلا.



مغربي ڪوهستان ۾ آباد جو ڪيا. بُرفت ۽ انهن جا ٻيا نسلي گروهه، قديم ڏيهي باشندن جو اولاد معلوم ٿين ٿا.

سماٽ يعني سما قوم جو سنڌ ۽ ڪڇ ملڪ سان گهڻو تعلق رهيو آهي. لسٻيلي جا ڄام به سما آهن. ان کان علاوه جيڪي قومون انهن مان ڦٽيون، سي جدا جدا نالن سان مشهور ٿينديون ويون. انهن مان ڪي مکيه قومون هي آهن: ڄتا، گنجا، برفت، خدراني، ڄاموٽ، بنديجا، برا، اگاريا، رونجها، ٻاٻڙا، واهرا، شاهڪ، موندرا وغيره. انهن قومن جي زبان ۽ پوشاڪ بلوچي قومن کان علحده آهي.

رگويد ۾ آرين جي چاليهه کن ڪلن يا خاندانن جا نالا ڄاڻايل آهن، جن مان پنجن ڪلن وارا مکيه هئا. انهن مان هڪڙي ڪل يا قوم "يدو" هئي. سنڌ، ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ جا سما راجپوت ۽ جيسلمير جا ڀٽي راجپوت، جن جو اولاد سنڌ جا "ڀاٽيا" آهن، سي يدو آرين جي ڪل مان آهن، جن مان مهاڀارت واري زماني ۾ سري ڪرشن پيدا ٿيو هو.

سنڌ جي تاريخن کي ڦلهوريندي معلوم ٿئي ٿو ته "سما اصل سنڌي ۽ هن ملڪ جا رهاڪو هئا، ۽ ڇهين صدي عيسويءَ ۾ سنڌ جي هن مقامي "سما" قبيلي جي "راءِ خاندان" جي مستقل حڪومت قائم ٿي. سما قبيلي جا راءِ گهڻو ڪري ايراني شهنشاهن سان منسلڪ هئا. سمن جي قديم رئيس جو روايتي لقب "ڄام" ان حقيقت جي نشاندهي ڪري ٿو.

تاريخي شاهدين مان معلوم ٿئي ٿو ته سنڌ جي قديم قومن مان هڪ "مينا" به هئي، جنهن نالي جي پٺيان






مشهور شهر مينا ننگر سنڌ ۾ موجود هو. مهاڀارت جي جنگ (۹۰۰ ق-م) کان اڳ ڪرشن مهاراج جي ستين راڻيءَ، جا موتيءَ، جي بطن مان راجا سامبا پيدا ٿيو، جنهن سنڌ جي شهر مينا ننگر تي سما ننگر نالو رکي، ان کي پنهنجو تختگاهه جوڙيو. هيءَ سلطنت "منڌو سما" ڪوٺبي هئي، جنهن جون حدون زابستان تائين هيون. سڪندر جي ڪاهه وقت سامبا جي نسل مان راجا سامبس سنڌ تي حڪومت ڪندو هو. پٽالا، سيوستان ۽ ديبل تي ننڍن راجائن جي حڪومت هئي، مگر اهي سامبس جي ماتحت هئا. سنڌ جا يادو رجائون جاموتيءَ جي بطن مان هئا، تنهن ڪري سنڌن لقب "ڄام" هو. (ت.ت.سنڌ، ص- ۱۰۳). لفظ "سما" ۽ "ڄام" جو استعمال، جنهن مفهوم ۾ ان کي اڄ اسين وٺون ٿا، سو ان وقت کان ٿيندڙ ٿو ڏسجي. سنڌ تي حڪومت ڪندڙ مسلمان سما ڄام سڏبا هئا، ايتريقدر جو سمات قوم جي ڪافي ذاتين جا چڱا مڙس اڄ به "ڄام" سڏجن پيا، جا سنڌن ذات به بلڪ سنڌن لقب آهي.

اڪثر ڪري سنڌ جي ٻن وڏين قومن، سما ۽ سومرا کي سنڌي "سمات" قوم جو بنياد وجهندڙ تسليم ڪيو وڃي ٿو. سنڌ ۾ سومرا به هڪ قديم قوم آهي، جن سنڌ ملڪ تي وڏي عرصي تائين حڪومت ڪئي،† پر سنڌن اصل ۽ نسل تي تاريڪ پردا پيل آهن. ڪي مورخ چون ٿا ته هيءُ اصل ۾ عرب قوم آهي، جيڪا "سامري" مان بگڙي سومرا ٿي. پر تاريخدانن جو ٻيو طبقو سومرن کي اصل سنڌ جا رهاڪو ۽ هندو راجپوت تسليم ڪري ٿو. اليٽ ۽ تاريخ طاهريءَ وارو به اهڙي شاهدي ڏين ٿا.

اليٿ ثابت ڪيو آهي تہ سومرا راجپوت هندو آهن. سومرن جي ريتن رسمن بابت جيڪي "تحفة الڪرام" يا ٻين تاريخن لکيو آهي تہ سومرن سردارن جو رعيتي ماڻهن جي ڪلهن تي ڏنب ڏيڻ، انهيءَ ڪري تہ هو سندن غلام ليکيا وڃن، پاڻ کي ٻين کان اتم ڏيکارڻ لاءِ پيرن جا نهن پاڙئون ڪڍائي ڇڏڻ، جيڪا بہ زال هڪ دفعو ٻار ڄڻي تنهن کي وري ويجهو نہ وڃڻ، نئون ڪپڙو پائي ميرو ڪري لاهڻ ڪان پوءِ وري اهو ڪپڙو نہ پهرڻ، وغيره ڏيکاري ٿو تہ سومرا اصل عرب نہ هئا. ڇاڪاڻ تہ عربن ۾ ڪڏهن بہ جاهليت خواه اسلام جي زماني ۾ اهي رسمون رائج نہ هيون تنهن ڪري اها راءِ وزندار ٿي ڏسجي تہ "سومرا اصل هندو راجپوت هئا". سومرن حاڪمن جا ٺيٺ هندي نالا پڻ انهيءَ راءِ جي تائيد ڪن ٿا. هي ماڻهو جيڪڏهن عرب هجن ها، تہ سندن نالا بہ ضرور عربي هجن ها.

سمن خواهہ سومرن جي قوميت متعلق هڪ ٽين راءِ بہ ٿي سگهي ٿي، جنهن ڏانهن ڪنهن جو خيال نہ ويو آهي، اها هيءَ تہ ٻئي قومون ايشيا جي مشهور "سميرين" قوم مان آهن، جن کي عربيءَ ۾ "سامي" چوندا آهن. پراڻي زماني ۾ هيءَ قوم تمام وڏي ۽ طاقتور قوم هئي. جنهن جو ايشيا ۾ تمام گهڻو اثر ۽ رسوخ هو، ٿي سگهي ٿو تہ انهن جو ڪو ڀاڱو انهيءَ زماني ۾ سنڌ ۾ اچي نڪتو هجي، ۽ سنڌ کي هنن جو گهر بنايو هجين.

شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ جي نظر ۾ سومرا ۽ سما هندو هئا. "آئينہ قديم سنڌ" وارو، ڪتاب ۾ پيدائش جي حـ الي سان لکي ٿو تہ ادوم کي حضرت اسماعيل جي






نياٽي بشام مان هڪ پٽ، رعوابل نالي پيدا ٿيو هو، جنهن کي وري ١- نحت، ٢- زراح، ٣- سمہ، ۽ ۴ مزه نالي وارا چار پٽ پيدا ٿيا هئا. انهن رعوايل جي چئن پٽن مان هڪ جو نالو "سمر" اهڙو آهي جو موجوده سنڌ، پنجاب، ڪڇ، جوڌپور، جيسلمير ۽ بلوچستان ۾ رهندڙ قومن مان هڪ قوم "سمہ" جو آهي. اهو "سمہ" جو نالو "چچنامي" ۾ ٻن جاين تي ڪم آندل آهي: هڪ ۾ ذڪاريل آهي تہ برهمڻ آباد واري ڀاڱي ۾ سمہ قوم وارن جا راڄ هئا ۽ ٻئي هنڌ چيل آهي تہ واه تائت (يعني درياءِ واهند) جي هڪ طرف الور ۽ ٻئي طرف سمہ قوم وارن جي سرحد هئي، جي ٻئي حوالا سمہ قوم وارن جو وجود موجوده سنڌ ۽ پنجاب ۽ ڪيچ مڪران واري ڀاڱن ۾ ذڪارين ٿا. ان ڪانسواءِ موجوده سنڌ ۽ پنجاب ۾ سمن حاڪمن جون حڪومتون قائم هيون. موجوده سنڌ جي حد ٺٽي شهر وٽ سما ڄامن پنهنجيءَ ياد ۾ سموئي يا سما نگر وارو شهر بہ آباد ڪيو هو. سمجهيو وڃي ٿو تہ اها سمہ قوم رعـــــوايل بن ادوم جي نسل واري آهي، جن جو ڏاڏو رعوايل بن ادوم ۽ نانو حضرت اسماعيل بن ابراهيم آهي. رگويد جي حوالي موجب اها سما قوم آريا قوم ۾ شمار ٿئي ٿي.

سنڌ جو مشهور تاريخدان مولائي شيدائي پنهنجي ڪتاب "جنت السنڌ" ۾ سمن بابت لکيو آهي تہ سما سلاطين کي ڪن مؤرخن عرب ڄاڻايو آهي، مگر حقيقت هيءَ آهي تہ سومرا سما نو مسلم راجپوت هئا. فرشتو ۽ ابوالفـــضل ڪين "ڄام" جي لقب ســـان ســـڏين ٿـــا. "انسائيڪيلو پيڊيا برٽنيڪا" ۽ "انسائيڪلو پيڊيا آف




اسلام" جي مضمون نگارن سمن کي نو مسلم راجپوت لکيو آهي. "تاريخ معصومي" وارو سمن کي عڪرمہ بن عصام بن ابوجهل جي اولاد مان لکي ٿو. "تاريخ طاهري" جو بيان آهي تہ "سمنڊ جي ڪناري واو ملڪ سمہ قوم جي ماتحت ٿي ويو، جت سندن قوم جا حاڪم، راءِ ٻهارا ۽ چام سهتا ۽ ڪڇ جو راجا ان قوم مان آهن". "چچنامي" موجب، سما سنڌ جا قديم باشندا هئا، جي نيرون ڪوٽ ۽ ٻڌيا جا حاڪم هئا. هو الور جي برهمڻ راجائن جي خلاف هئا، ڇو جو برهمڻ سندن حڪومت ختم ڪري سنڌ جا حاڪم بڻجي ويٺا هئا. ايبٽ بہ گجرات جي تاريخن جي ورق گرداني ڪان پوءِ ثابت ڪري ڏيکاريو آهي تہ ڪو زمانو ڪڇ، گجرات ۽ سورت تي جيڪا راجپوت قوم حڪمران هئي. سا سومرا قوم هئي. ڪاٺياواڙ جي مهاجرن جون روايتون ڏيکارين ٿيون تہ ڪاٺياواڙ بہ ڪنهن زماني ۾ سومرن جي هٿ هيٺ هو. مغلين جي آڪاٽي ۽ ييمر الاهہ لوڪ جي شهادت واري قصي مان ظاهر آهي تہ ان وقت ڪڇ، گجرات ۽ سيورت تي اهڙو زبردست سومرو حاڪم هو، جنهن جي ميڄتا ڪيچ مڪران ملتان ۽ بکر تائين هوندي هئي. سومرن بابت ايبٽ جي متين تحقيقات فارسي تاريخن بنسبت وڌيڪ اعتبار لائق آهي. سومرا اصل هندو راجپوت هئا، ۽ پوءِ قرمطي بنيا، تنهن کان پوءِ شيخ بهاءُ الدين ذڪريا ملتانيءَ جي روحاني فيض سان سچا مسلمان ٿيا.

جديد تحقيقات موجب بہ سما نو مسلم راجپوت آهن. سما ۽ جاڙيجا سندن بہ مکيہ قبيلا آهن. منجهائن جيڪي ڪڇ ۾ رهجي ويا، سي هندو آهن ۽ جيڪي سنڌ




۾ هئا، تن چنا قوم سان گڏ محمد بن قاسم جي ڪاهه وقت اسلام قبوليو. اسلام کان اڳ ٻڌ جا پوڄاري هئا. عرب مورخن کين "سمني" جي نالي سان لکيو آهي. سومرن جي ڏينهن ۾ زمينداري سندن پيشو هو. وقت بوقت ڪچ ڪري سنڌ مان داخل ٿيڻ لڳا، جنهن ڪري سندن تعداد وڌندو ويو. اڄ بہ سنڌي قومن ۾ سماٽ قومون تعداد ۾ ٻين کان گهٽيو آهن. (ت - ت- سنڌ، ص ٣٦٣). جڏهن هندن جو راءِ گهراڻو سنڌ جي حڪومت تي قابض هو، تڏهن نيرون ڪوٽ، ديبل، لوهاڻو، لاکا ۽ سما اهي سڀ ڳوٺ برهمڻ آباد جي حاڪم جي هٿ هيٺ هوندا هئا. اهي سڀ سما قبيلي جا ڳوٺ راءِ گهراڻي جي هٿ هيٺ هئا. راءِ گهراڻي کان برهمڻن حڪومت کسي ورتي. ان بعد، اسلامي فتح کان پوءِ، سنڌ برصغير جو "باب اسلام" بڻجي ويئي. اسلام جي اچڻ جي ڪري هن ملڪ ۾ جيڪو انقلاب آيو، ان عظيم الشان تغير جي ڪري تيهہ لک "سماٽ" قومون اڄ سوڏو سنڌ ۾ موجود آهن. (ت-ت- سنڌ، ص ١٧٤).

محققن جي مضبوط دليلن ۽ تاريخي شاهدين مان ثابت آهي تہ سما سنڌ اندر محمد بن قاسم جي ڏينهن کان اڳ موجود هئا. جيئن تہ سامبا، جو چچ پاران ديبل جو حاڪم هو، سو پاڻ هندو ذات جو سمو هو. سما اصل ذات جا ٻڌيا هندو راجپوت هئا ۽ هن قوم جا حاڪم "جام" سڏبا هئا.

اها حقيقت تسيلم ٿيل آهي تہ عربن ۽ بلوچن کان سواءِ ٻيون جيڪي ڏيهي قومون سنڌ ۾ رهنديون هيون، جي درجي بدرجي اسلام ۾ داخل ٿينديون آيون،

تنکي "سمات" يعني "سما" قوم جون شاخون سڏيو وڃي ٿو. سنڌ جا سما راجا سبوت جي پٽ سام جي پٽ جادم جي پٽ هسپت جو اولاد سمجهيا وڃن ٿا. جادم جي پٽ هسپت (جنهن جو اولاد سنڌ جا سما آهن.) کي هڪڙو پٽ هو، جنهن جو نالو زبدري هو. زبدريءَ جو پٽ نيت هو، جنهن جو پٽ راٺو نوتيار هو، نوتيار جو پٽ اوڍر جو پٽ ائوڙ هو، ائوڙ جو پٽ لاکيار هو ۽ لاکير جو پٽ لاکو هو.

لاکو بادشاهه ٿيو هو. ان جا چار پٽ ها: ١- ائوڙ، جنهن کي اولاد ڪونه هو، پر سندس رهڻ جو هنڌ سندس نالي پٺيان ائوڙ، ملڪ سڏجي ٿو. ٢- مهر، جنهن کي وري چار پٽ هئا- ١- ستيا، ٢- وڏيتر پاٺاري، ٣- ورها، ۽ ۴ ساند. لاکو راجا پيريءَ ۾ پرٽيو هو، ان گهر مان به چار پٽ ٿيس- ١- انڙ، ٢- چنو، ٣- ڦل لاکو، ۴- منا هيو. چني کي ٽي پٽ ٿيا: ١- بابڙو، ٢- دنڪنا ۽ ٣- ڪله. ڦل لاکي جو هڪ پٽ هو. ڪلاني.

لاکي جي وڏي پٽ انڙ کي هڪڙو پٽ هو لاکو، انهيءَ لاکي جو پٽ ٿيو سمو، سمي جا وري ٻه پٽ هئا: ١- ڪاکي ۽ ٢- جکريو. ڪاکي پوٽا مسلمان ان ڪاکي جو اولاد آهن، ۽ جکرا مسلمان جکري جو اولاد آهن. ڪاکو پنهنجيءَ رياست ڪاک جو حاڪم هو. ان جا ٻه پٽ هئا: ١- پلي ۽ ٢- رائدن. پلي جي اولاد مان مسرق سمو پنهنجيءَ قوم جو سردار هو.



رائدن کي نو پٽ هئا: ١- سمو، جنهن جو اوالاد سميجا آهن، ٢- نوتيار، جنهن جو اولاد نوت آهن، ٣- لاکو. جنهن جو اولاد لنجار آهن ۽ سنڌ جو مشهور



درويش ساهڙ لنجار انهيءَ قوم مان آهي، ابڙو، جنهن جو اولاد ڦل ناهيا ۽ ڏاهر ناهيا. ٥- ناهيو، ٦- چنيسر، جو پنهنجي وقت جو مشهور ماڻهو هو، ٧- مناهيو، ٨- کوريو، اولاد کوريجا آهن، ۽ پلي، جو پنهنجيءَ قوم جو سردار ٿيو.

پلي بن رائدن جا وري ٻه پٽ هئا: ١- اوڍو جنهنجو اولاد اوڍيجا، ٻهريا ۽ کدريه پوٽا آهن، ۽ ٢- ساند، جو پنهنجيءَ قوم جو سردار ٿيو هو. ساند بن پليءَ جا ست پٽ هئا: ١- ڪاڪا، جنهن جو اولاد ڪاڪيجا پوٽا، ٢- جاڙو، جنهن جو اولاد جاڙيجا ۽ جاڙا آهن، ٣- وراهه، ٤- چنيجا، ٥- هنگوره، جنهنجو اولاد ڪڇ ملڪ وارا سما آهن، ۽ ٧- ڄام هوٿي.

ڄام هوٿيءَ کي وري ٥ پُٽ هئا: ١- هالو، جنهن جو اولاد هالا آهن، ٢- هنگورو، جنهن جو اولاد ڏونرا، هنگورا، چاره هنگورا ۽ رامديهه آهن، ٣- ساهڙ، جنهن جو اولاد ساهڙ سما آهن، ٤- چيلارا، جنهن جو اولاد نهڙيا آهن، ۽ ٥ ڄام هاپر.

ڄام هاپر جا ٻه پٽ هئا: ١- راهوجا، ۽ ٢- ڄام جوناهه. ڄام جوناهه جو پٽ ڪر راهو هو، جنهن کي ٽي پٽ هئا، ١- ساند، جنهن جو اولاد رهوما، لاڪاٽيا ۽ جکريا آهن، ٢- سومرو، ۽ ٣- لاکا ڄام. لاکا ڄام جو پٽ هو ڪاها، جنهن جو پٽ هو لاکو. ڪاها جي وفات بعد ڪيس پُٽ ڄائو هو، ان جو نالو به ڪاها رکيو هئائون.

لاکا بن ڪاهو کي ٻارهن پٽ هئا: ١- ڄام جوناهه، جنهن جو اولاد سنڌ تي حڪمراني ڪندڙ سما

هئا، جي ساموئي شهر ۾ رهندا هئا. ٢- انڙ، جو پهرين ماڻهن تي راڄڪندو هو ۽ بنا اولاد مري ويو. ٣- پلي، جنهن جو: اولاد ڦل سما آهن. ۴- ڪاها، جو سودياري سمن جو وڏو بزرگ هو. ۵- اوناهه، جنهن جو اولاد پيپريا آهن. ٧- هنگر، ٨- ابڙيجا آهن. ٩- هنگورو ڪنور، جو سيهيجا قوم جو سردار هو. ١٠- سلطان، جنهن جو اولاد سلطان اوٺا آهن. ١١- رائدن، ۽ ١٢- لاکو هنگورو ڪنور کي ٽي پٽ هئا: ١- ڏيسر، ٢- منهيا ۽ ٣- مريديو. ڏيسر کي پنج پٽ هئا: ١- ڪاها، ٢- هالا، ٣- رڪن، ۴- هنگورو ۽ ۵- جوناهه.

مٿيون اصل سنڌي قومون عربن جي حڪومت جي پڄاڙيءَ واري وقت سنڌ ۾ موجود هيون.

مير معصوم بکري پنهنجي دور جي هيٺين سمات ذاتين جو ذڪر ڪيو آهي: جاڙيجا، جت، ڏاريجا، ڪوريجا، مگٽيجا، هنگورجا، ماڇي ۽ لنگها. سورهين صديءَ ۾ وري طاهري، سنڌ جي هيٺين سمات ذاتين جو ذڪر ڪري ٿو: پليجا، جاڙيجا، جت، چاوڙا، ڪرمتي، ساندا سما، سميجا، نڪامريا، نهامردي، وغيره

سمات ذاتين ۾ سما مکيه آهن. سايادو راجپوتن جي هڪ شاخ چيا وڃن ٿا، ۽ قديم زماني کان سنڌ ۾ آباد آهن. سنڌو درياهه جي ڪناري تي "سما نگر" سندن پراڻو تختگاهه هو. جيڪو موجوده دور جو سيوهڻ سمجهيو وڃي ٿو. چوڏهين صدي عيسويءَ ڌاري جڏهن هن قوم وارا اقتدار جا مالڪ ٿيا ته پهريون تختگاهه ساموئي ڪيائون. جيڪو ٺٽو کان چند ميلن جي مفاصلي تي درياهه جي ڪپ تي آباد هو. "چچنامي" ۾ چيل آهي



تہ سهتا ۽ لاکا قوم وارا بہ سما هئا. ”تحفة الکرام“ ۽ ”تاريخ فرشتہ“ جا مصنف سمن کي حضور صلعم جن جي چاچن ابولهب ۽ ابوجهل جي اولاد مان ڏيکارين ٿا. هو کين ايران جي بادشاهہ جمشيد يا حضرت نوح جي پٽ سام جي اولاد مان پڻ سمجهن ٿا. مگر صادق علي کين هندو ظاهر کري ٿو، ۽ اسلام کان اڳ واري هندو گهراڻي جا مائٽ سمجهي ٿو. موجوده وقت ۾ سنڌ جا سومرا بہ سمات قومن ۾ شامل آهن ۽ هي بہ اصل سنڌ جا باشندا ۽ پرمار راجپوت نسل جا چيا وڃن ٿا.



اها هڪ مجيل حقيقت آهي تہ هڪ قوم ۾ بي انداز پاڙا ٿي سگهن ٿا. پاڙن کي نشانبر ۽ جدا کري ڏيکارڻ لاءِ هر پاڙي جي وڏي جي نالي سان ان کي سڃاتو ويندو آهي، جيئن مٿي ذکر اچي چڪو آهي. سومرن، سمن، ارغونن ۽ ترخانن جي دور کان پوءِ سنڌ دهليءَ جي مغل حکومت هيٺ آئي ۽ مغل بادشاهہ پنهنجا گورنر سنڌ جي مختلف علائقن تي مقرر کندا هئا. انهن ڏينهن ۾ سنڌ جا علائقا ”سرکارن“ سان مشهور هئا. مثلاً: بکر سرکار، سيوهڻ سرکار ۽ ٺٽو سرکار وغيره. اُنهن سرکارن ۾ سمات قوم جون کيترين ذاتيون مغل گورنرن سان چوٽون کائينديون رهيون. اُن وقت جي حالتن تي يوسف ميرڪ جو سنڌ جي تاريخ تي لکيل کتاب ”تاريخ مظهر شاهجهاني“ سٺي روشني وجهي ٿو ۽ کيترين سنڌي ذاتين جو ذکر کري ٿو، جيڪي سنڌ جي مختلف علائقن ۾ موجود هيون. ان دور ۾ سنڌ اندر کي زبردست قومون موجود هيون، جن ڌاريئي راڄ جي حکومت کان ناراضگي ڏيکاريندي انهن سان جنگيون

جوتيون ۾ آخري دم تائين وڙهندا رهيا. انهن جنگجو ذاتين ۾ سميجا، انڙ، ساريا، شورا، نومڙيا وغيره مشهور هئا. اهي سڀ سمات قوم سان واسطو رکندڙ هئا. اُن وقت سڀ کان وڏي سمات قوم سميجا هئي جنهن ۾ هيٺيون ذاتيون شامل هيون: کيبر، ساند، جوڻيجا، کيريا، دل (انڙ)، راهم پوٽا، ٿيٻا، بکيجا، پچا، پريا، ڏاهري، اوٺا، ڀان، لاکير، راڄپر وغيره. انڙ قوم ۾ هيٺيون ذاتيون شامل هيون: راهو، ڏاهري، ساند، ساريا، کيريا. هيءَ قوم سميجا کل مان هئي. ساريا قوم ۾ هيٺيون ذاتيون هيون: ڏاريجا، راهوجا، مناهيجا، فيروزيجا، کيريا ۽ منگواڻا. انهن کان علاوه ان دور ۾ هيٺين سمات ذاتين جو ذڪر اچي ٿو: مهر، سما، ماڇي، مڱڻيجا، سهتا، ڀهڻ، سانگي، ابڙا، مهديجي، بوبڪ، کهيري، نکامريا، منيندرا، سوڍا، شورا، لنجار، پليجا، کوريجا، ٻگهيا، ناريجا، نومڙيا، هوسڙا، ملاح، ٻير، جوکيا، ملڪ، ڳاها، راهم پوٽا، لاکا، مانجهند، کاٺ، ڇڄرر، ڳاهيجا، هاليپوٽا، راهوجا، ڏيتا، پلي، هالا، ڪچار وغيره. ان کان علاوه ناهيا، نوتيار، اُڏيجا، ٻهريا، کدريہ، جاڙا، هنگورجا، ڏونرا، جکريا، سيڪاٽ، ايترا ٻہ سمات قومن ۾ اچي وڃن ٿا. بعض سمات ذاتيون پنهنجيءَ ڪرت جي نالن سان سڏجن ٿيون. جهڙوڪ معاشي (ماڇي)، دونگهہ (پاٽي)، سامتيا (مٽيءَ وارا)، کهڙا (ڪوسلا ٻيڙين ٺاهيندڙ)، ابڙا (دريائي ڪچي جا رهاڪو)، ٻگ يا ٻگيا (دريائي ڏنڊين ۾ ڏورن وارا)، دونده يا دوندڙ (ڏونڊين وارا، ) جيسر يا جلسرا (تنبي ترڻ وارا)، مهيسر (مينهن جي ڏنڊن وارا مهاڻا)، ٻہ پيرا يا ٻيا پرايہ (ساموندي واپاري)، ٻيا سنا يا ڀهڻ (دريائي واپاري)، گندرا



( مڇي فروش)، وغيره سڀ سماٽ ياپئيءَ جا مکيہ فرد آهن. سندن هڪ نالو نديہ سڪار يعني ماڪ جي دريائي اقتصاد قائم رکڻ وارا پڻ آهي.




## وڌيڪ معلومات

۱۹۱۱ع واري هندستان جي آدمشماريءَ واريءَ رپورٽ ۾ هيٺيون ذاتيون سماٽ چيون ويون آهن. ابڙا، آريجا، آريسر، اعواڻ، ٻاٻي سما، ٻجار، ٻپار، باريجا، ٻدا، ٻاترا، چاچڙ، چغدا، ڇهواڻ، چنا، چنڙ، چنيسر، چانگ، سما، چارڻ، ڇڄڻ، ڇجڙا، چلڳيري، چڳها، چکر، دائود پوٽا، ڏهر، ڏاهري، ڏهراج، ڏيپر، درس، دستي، سما، ڏاوچ، ڏيرا، ڏيتا، ڏاريجا، ڏرپال، ڏوکي، ڏڪڙ، ڳچل، ڳاها، ڳاهيجا، گهتا، گهوٽاٽا، گهمرا، گهيٽا، گوپانگ، سما، هتار، هدوار، هالا، هاليپوٽا، هنگورجا، هوتي، هوتي پوٽا، جادن، جيسر، جکرا، جهنجهي، جهولڻ، جهنٻير، جوکيا، جويا، جوٽيجا، ڪلوڙ، ڪٽا، ڪٽپر، ڪيهر، ڏِڪڻ، ڏوڏا، ڏاڏي، پليدائي، خالدي، ڪرل، لاکا، لکڻ، لنگها، لنجار، لاڙڪ، لڊا، ماڇي، مهر، مهيسر، ماهوتا، ملاٽا، منگر، مرخياٽي، مسڻ، ميمڻ سما، موريجا، موندر، منگر، منگراٽا، نهري، نائچ، ناريجا، نومڙيا، نوناري، اڏاٽا، اوگاهي، اٺوال، پلي، پليجا، پنهور، پرهياڙ، ڦل، ڦل لاکا، ڦل پوٽا، پسيا، راڏڻ راهيچا، راهوجا، راڄڙ، راڇپر، رائوڙ، ريد، رڪ، رکڻ، سيايا، سڏايا، ساهڙ، سهتا، سنّپال، سدا سنڌيلا، سانگي، سپير، سارنگ، شجراھ، سيال، سيهڙ، سوڍر، سولنگي، سما، سهاڳ، سومرا سما، سپريا، ٿهيم، ٽلهيا، نوڙها، تيوٽا، اجڻ، اليا، عمراڻي، سنڌي، انڙ، وڳڻ،

واگــهـا، وڪا، وئنس، وسـاڻ، وريام، ويســر، زنگيـجا، زرداري، وغيره.

سومـرا ذات جا ڪيـترا مـاٺهو پنهنجيءَ ڪرت ۾ ڌنڌي سـان سڃاتا وڃن ٿا. اهي اصل سومـرا آهن ۾ سندن ڪي جدا جدا شـاخون آهن. اهي هڪ ذات سـان سـومـرا سـڏجن ٿـا، مگر سندن ڌنڌا جدا جدا آهن. مـثـال طور، ٻڪڻ، ڌوٻي، ڪٽي، وغيره. سـومـرن جون ٻيون ذاتيـون هي آهن: ٻجا، ڏيـتـا، ڍڪڙ، ڳن، هاليپوٽا، جوڻيـا، مرڪنڊ، ۾ سپيا وغيره. هيـٺـيون سنڌي جت ذاتيـون سنڌي سـمـاٽ ۾ شامل آهن: مير جت، ٻبر، مهراڻي، ٻنبال، ٻنڊ، ٻتي جت، بليدي، برهمـاڻي جت، بنگلاڻي جت، ٻنڙ جت، چڪـراڻي جت، ڏهـر جت، ديـدڙ جت، ديـنـاري جت، ڏاوچ جت، گاڏهي جت، گهٽيا جت، گوپانگ جت، هتار، جهولن جت، جسڪاڻي جت، ڪهيري جت، ڪليدي، ڪليري، قمبراڻي جت، ڪـتـوهڙ جت، خشڪ جت، ڪـولاچي جت، لاڪـيـر، لنجواڻي، لشـاري، مـاڪول مـلاٽا، انوال جت، ريتي، ريد، سنجراڻي، سوهوال، سرائي جت، تيوٽا جت، زهراڻي جت، زرداري جت، وغيـره. هيـٺـيـون ذاتيـون بلوچ آهن، پر ڪن هنڌن تي اهي جت سڏبيون آهن: ڪـتـهـڙ ( ٻڙدي بہ سڏبا آهن)، جسـڪـاڻي (جتوئي ۾ ڏومـڪي بہ سڏائين)، گاڏهي ( رند ۾ جتـوئي بہ سـڏائين)، گـوپانـگ ( رند ۾ جتـوئي بہ سـڏائين)، خشـڪ ( رند بہ سـڏائين)، ڪـولاچي ( رند بہ سڏائين).




ڏهر سنڌي ذاتيـون: برهمـاڻي، ٻـتي، دوداڻي، جنگاڻي، گنجا، ڪپري، راڄڙي وغيره.

مـهر سنڌي ذاتيون: ٻالاڻي، ٻيجل، چتا، ڏيراجا،

هالا، جيسرجا، لنجاري، لاڏر، ماڪا، مهلاٽي، ناريجا، نظاماڻي، ريپر، تماچاڻي، ويجل وغيره.

ڏاريجا چاچڙ: چتا، جکند، نورنگ، جوٽيجا، راجديھ، جاکمياڻي، سدهاڻي، منياڻي، جوٽاڻا، وغيره.

انڌڙ: اڏاڻي، بکراڻي، پمياڻي، گجاڻي، ڪنڌر، لڌر، مارفاڻي، سمراڻي وغيره.

ميربحر ۽ مهاڻا: ابراڻي، آدماڻي، اجيا، ٻگهيا، بوگوا، چاچڙ جڳدا ميربحر، چنا، ڏچر، داگها، ڏيرا، گڏا، گجريا، گهوگهٽ، هالاڻي، جکريا، وغيره.




## ذاتين متعلق غلط رايا

مٿي بيان اچي چڪو آهي ته سما سنڌ جي قديم قومن مان آهن. انهن جي اصل نسل بابت مختلف روايتون آهن. پر سڀ کان وزندار روايت موجب هي هندستان جي چندر بنسي بادشاهن جي نسل مان آهن، جن جو وڏو ”دادو“ هو، جو بدلجي ”جادم“ سڏجڻ ۾ آيو. راجا يدشتر ۽ ڪرشن مهاراج انهيءَ ڪل مان هئا. اِنهيءَ مطابق هي راجپوت گهراڻي ۾ شمار ٿين ٿا.

مگر دنيا جو دستور آهي ته اڪثر ماڻهو اڀرندڙ سج کي سلام ڪن ٿا. هن ملڪ جي تهذيب عيسوي سن کان هزارين ورهيه اڳ جي آهي. هتي دراوڙن کان به اڳ قديم قومون آباد هيون. ان کان پوءِ دراوڙ ۽ آريا آباد ٿيا. راجپوت، راجپوت آرين جي نسل مان آهن. عربن جي حڪومت جي اچڻ بعد، ڪيترن ماڻهن نه صرف قديم رسم رواج ۽ مذهب بدلايا، بلڪ نسلن ۽ شخصن جي نالن بدلڻ جي ڪوشش پڻ ڪيائون. ان ۾ هو فخر سمجهڻ

لڳا. سمورا علوي سيد ٿي پيا. ڪي سما قريش سڏائڻ لڳا، ۽ بلوچ امير حمزي جي ٻانهيءَ جي نسل مان سڏائڻ تي فخر ڪرڻ لڳا. ملڪ جا ڪوري، موچي، ملا بدلجي ڪي سيد، ڪي قريشي، صديقي، عقيلي، فاروقي سڏائڻ لڳا، ڇڻ تہ عرب جي بدوي نسل مان ڇوائڻ زياده عزت وارو هو ۽ قديم آرين ۽ راجپوتن جي نسل مان سڏائڻ گناھ ۽ بيعزتي هئي.

سومرا پرهار شاهي خاندان مان حڪمران نو مسلم قوم هئا. انهن جون چوڏهن حڪومتون هيون. سنڌ تي انهن ٽن صدين کان وڌيڪ حڪومت ڪئي. پر پوءِ سمن هٿان حڪومت وڃائڻ ڪري واڍڪي، نيروٽيءَ، ڪورڪي، ڪتيءَ ۽ رنگريزيءَ جي ڌنڌن ڪي لڳي ويا ۽ انهن جي ڪري عربي نسل وارا کين گهٽ ذات تصور ڪن ٿا.



سما قوم گهڻن قبيلن ۾ ورهايل هئي. جن جا سردار ڄام، ارباب، وڏيرا، ڄاموٽ، وغيره، لقبن سان سڏبا هئا. سما نسل جا ڪٽنب سنڌ، راجپوتانا، ڪڇ، ڪاٺياواڙ، لس وغيره حصن ۾ رهندڙ هئا. جي جدا جدا قبيلن جي نالن سان سڏجڻ ۾ ايندا هئا. اُنڙ، ابڙا، سميجا، ڏهر، هالا، لاکا، جوکيا، لاسي، ڄاموٽ، رونجاھ، جوٽيجا، ڄاڙيجا، شورا، سوڍا، نهڙا، ڏاريجا وغيره سنڌ مڪيہ پاڙن جا نالا هئا.

سما بہ سومرن وانگر نو مسلم هندو آهن. عرب فاتحن سنڌ زميندارىءَ ۽ دولت کي ڏسي "المرزوق" (رزق وارا) نالو ڏنو هو. اهي سمات نو مسلم قومون سورج ونسي ۽ چندر ونسي هندن جي اوتارن جي شاهي نسل مان



آهن. محمود غزنويءَ جي ڪاهہ وقت سيوهڻ ۽ پاڳناڙيءَ
۾ چئن ( سمن ) جون حڪومتون هيون، مگر حڪومت
وڃائڻ کان پوءِ وري پنهنجيءَ اباڻيءَ ڪرت زمينداريءَ کي
لڳي ويا. روپاهہ ۾ ڪوريجن سمن جي رياست هئي.
دربيلي ۾ سهتن رانوڙن جي رياست هئي.

سولنگي قوم بہ حڪمران آهي، جن مالوه،
سوراشٽر (گجرات) ۽ ڪوڪن تي صدين تائين حڪومت
ڪئي. سنڌ ۾ ماٽڪ سندن رياست هئي. گجرات ۽
ڪوڪن پيئي سمنڊ جي ڪناري تي آهن، تنهن سبب
ڪري سولنگيءَ ماهيگيريءَ جي فن جا ماهر هئا. حڪومت
وڃائڻ کان پوءِ جيڪڏهن حڪمران قوم ميڇيءَ جي
شڪار جو ڌنڌو اختيار ڪيو تہ ان جي اها معنيٰ ناهي تہ
اهي گهٽ ذات وارا آهن. اڄ بہ مغربي قومون ميڇي مارڻ
جي ڌنڌي مان ڪروڙين ڊالر ڪمائين ٿيون. اڄ بہ سنڌ،
ڪڇي توڙي مڪران ۾ مهاڻن جو تعداد وڏي انداز ۾ آهي.
اهي ميڇي جو شڪار ڪن ٿا. سولنگي ڌنڌي واري قوم
آهي. اهڙيءَ طرح منگي جيڪي بني تميم قريش جي شاخ
مان آهن، فن جراحي ۽ حجامت ڪن ٿا. گهٽ ذات وارا
ڪو نہ آهن، مٿين قومن کان علاوه خاصخيلي، ملڪ،
گولن ۽ گدن کي ذات پات جا سوداگر، غلام، يا ٻانها
تصور ڪندا هئا، اهو سؤ فيصد صحيح آهي تہ چڙهندڙ سج
جو هر ڪو سلام ڪري ٿو. جيڪڏهن اڄ خاصخيلي،
منگي، سولنگي، ملڪ، گولا يا گدا دولتمند هجن ها تہ
شايد ڪو بہ کين غلام يا ٻانهو يا گهٽ ذات ڪو نہ
سڏي ها.

خاصخيلين وانگر، مُلڪن کي بہ غلط فهميءَ




ڪري سنڌ ۾ غلام تصور ڪيو وڃي ٿو. خاصخيلي جيڪي فوجي زندگي اختيار ڪرڻ وقت سرخيل، خاص خيل ۽ سر سپاهہ سڏبا هئا. سي فوجي زندگي ترڪ ڪرڻ کان پوءِ اوج ۽ اقبال وڃائي ويٺا. ان ڪري غلام تصور ڪيا ويا. ” ملڪ“ جي لغوي معنيٰ آهي فرشتو. محمود غزنويءَ جي وقت کان وٺي دهليءَ جي سلاطين جي زماني تائين ”ملڪ“ وڏو فوجي عهدو هو، ۽ فقط امير جو عهدو ملڪ کان مٿي هو. خاصخيلين وانگر، فوجي زندگي ڇڏڻ کان پوءِ سنڌ ۾ مٿن مفت غلاميءَ جي مهر لڳي ويئي، حالانڪہ اتر اولهندي پنجاب وارا مَلڪ اڄ بہ نواب، امير ۽ دولتمند آهن.

”گبرا“ معنيٰ گبروڊ يعني گڏيل - حبشي عورتن سان مڪرانين يا سنڌين شاديون ڪيون، تن جو اولاد ”گبرا“ سڏجڻ لڳو. جرمن محقق ڊاڪٽر گليسر ( Dr. Glaser)†جو گبرن متعلق تحقيقاتي بيان آهي تہ گبرا اصل حبش کان ميد جهاز ران قوم جي معرفت مسقط ۽ مڪران وڪاڻا. حبشي آهن عرب، پر بيڪسيءَ جي حالت ۾ وڪاڻا تہ اهڙن عربن جي ذات بہ گهٽ تصور ٿيڻ لڳي. حالانڪہ حڪمران عربن جي ذات اُچي سمجهي ويئي. هوڏانهن وري بلوچستان ۾ لس ٻيلي جا ڄام، سومرا، سما، وغيره صدين تائين حڪومت ڪندا آيا ۽ اهي حڪمران قوم هئا. انهن کي هڪڙي ئي نالي سان ”جدگال“ سڏين ٿا. اتي جهڙيءَ طرح درزاندن، نقيبن، ميدن، گبرن ۽ ٻين قومن تي بلوچن غلاميءَ جي ڇاپ هنئي، اهڙيءَ طرح ساڳي ويدن گولن سان بہ ڪيائون، حالانڪہ گولا ڪنهن جا بہ غلام ڪو نہ هئا. گولا اصل راجپوت

آهن. ”گولا“ لفظ سنسڪرت لفظ ”گلا“ جي بگڙيل صورت آهي جنهن جي معنيٰ آهي ”ڪير“، يعني ”ڏوڏي“. سندن گذران چوپائي مال تي هو. راجپوت هئڻ جي ڪري فوجي طاقت رکندڙ هئا. سلطان قطب الدين اجمير فتح ڪري گولن کي حفاظت جو ڪم حوالي ڪيو هو. پنجاب ۾ رهندڙ گولن کي حفاظت جو ڪم حوالي ڪيو هو. پنجاب ۾ رهندڙ گولن، محمود غزنويءَ جي ڏينهن ۾ اسلام قبوليو. رندن جڏهن سبي فتح ڪيو ته گولن کي غلام سڏڻ لڳا. اوڻيهين صديءَ جي آخر ۾ راجپوتانا ۾ سخت ڏڪر پيو، ايتريقدر جو مصيبت جا ماريل پنهنجون زالون ۽ ٻار وڪڻڻ لڳا. جيئن تالپوري دور ۾ ڪيترين سنڌ ۾ ٻار وڪيا هئا. جن ماڻهن اهي زالون خريد ڪيون، سي گوليون سڏجڻ لڳيون ۽ ٻار گولا ڪوٺجڻ ۾ آيا.




## سومرن بابت وڌيڪ حقيقتون

”تاريخ طاهري“، تحفة الڪرام“ ۽ ”منتخب التواريخ“ ۾ سومرن بابت فقط ڪي آڪاڻيون ۽ ٿورڙيون تاريخي حقيقتون بيان ڪيل آهن. انگريز محقق ۽ تاريخدان ايبٽ، اهڙين ڳالهين تي طعني زني ڪئي آهي. هن گجراتي تاريخن جي ورق گرداني ڪان پوءِ ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته ڪو زمانو ڪڇ، گجرات ۽ سورت تي جيڪا رجپوت قوم حڪمران هئي، سا سومرا قوم هئي. ڪاٺياواڙ جي مهاجرن جون روايتون ڏيکارين ٿيون ته ڪاٺياواڙ به ڪنهن زماني ۾ سومرن جي هٿ هيٺ هو. مغلين جي آکاڻيءَ ۽ پير الهه لوڪ جي شهادت واري قصي مان ظاهر آهي ته ان وقت ڪڇ، گجرات ۽ سورت تي اهڙو

زبردست سومرو حاڪم هو، جنهن جي ميجتا ڪيچ-مڪران، ملتان ۽ بکر تائين هوندي هئي. قرمطي ماڻهو جڏهن سنڌ ۾ آيا ۽ ديول بندر ۾ اچي منزل ڪئي هئائون، تڏهن ديول بندر سومرا قوم جو بندر ليکبو هو. سومرا قرمطين سان ملي ويا ۽ انهن جا ڪفر آميز عقيدا اختيار ڪيائون. جيئن قرمطي منصوره ۽ ملتان ڏانهن وڌندا آيا ٿي، تيئن سومرا به ساڻن همراهه هئا. جڏهن قرمطين منصوره مان عرب حاڪمن کي نابود ڪري ڇڏيو هو، تڏهن اُتي مذهبي زور قرمطين جو هو ۽ سياسي زور سومرن جو هو. ان وقت سنڌ ۾ ٻي ڪابه قوم سياسي طاقت ۾ سومرن سان هموزن نه هئي، جڏهن غزنوي، غوري ۽ غلام گهراڻي جي حاڪمن ۽ گورنرن قرمطين جي پٺيان وٺ پڪڙ لاتي ۽ انهن کي سنڌ مان تڙي ڪڍيائون، تڏهن سومرا وري ڏکڻ سنڌ ۾ اچي گڏ ٿيا.



سومرن بابت ايبٽ جي مٿين تحقيقات فارسي، تاريخن بنسبت وڌيڪ اعتبار لائق آهي. سومرا اصل هندو راجپوت هئا. پوءِ قرمطي بنيا، ۽ تنهن کان پوءِ شيخ بهاءُ الدين ذڪريا ملتانيءَ جي روحاني فيض سان سچا مسلمان ٿيا. ايليٽ به "تاريخ طاهري" جي حوالي سان لکي ٿو ته سومرن جي تختگاهه محمد طور شهر ۾ ڪيترائي وڏا ماڻهو ۽ زميندار شيخ المشائخ مخدوم بهاءُ الدين ذڪريا جا مريد هئا ۽ انهن مريدن مان ڪيترا خدا رسيده بزرگ پيدا ٿيا.

سومرن کي ڪن محققن عرب سڏيو آهي ۽ سندن تعلق سامره شهر سان ڏيکاريو آهي. مگر سيد سليمان ندويءَ لکي ٿو ته سومرن جي قوم جو تعلق سامره




شهر سان لڳائڻ لفظي صنعتگريءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهه نہ آهي. ڪي تاريخ نويس سومرن کي يادو راجپوت بلند جي پٽ "ساما" جو اولاد ٻڌي راجپوت مڃين ٿا. ڪيترن ئي ڪتابن ۾ سومرن کي هندو راجپوت لکيو ويو آهي. مثلاً ٽاڊ پنهنجي ڪتاب راجستان ۾ سومرن کي پرمار راجپوت ڄاڻايو آهي. سنڌ گزيٽيئر ۾ لکيل آهي تہ سومرا پرمار راجپوتن مان آهن. "انتخاب تاريخ طاهري" ۽ "هسٽري آف انڊيا" از ايليٽ ۾ لکيل آهي تہ سومرا اصل هندو هئا. ميجر جنرل هيگ پنهنجي ڪتاب "انڊس ڊيلٽا ڪنٽري" ۾ پڻ لکيو آهي تہ سومرا اصل هندو هئا. "بمبئي پرذيڊنسي گذيٽيئر"، جلد ٧ ۾ لکيل آهي تہ سومرا جن جو سنڌ تي راڄ هو، سي هندو ذاتيءَ جا آهن. " ڪئمبرج هسٽري آف انڊيا"، جلد ٣ ۾ لکيل آهي تہ سنڌ ديس ۾ سومرا راجپوتن پنهنجي بادشاهي برپا ڪئي. ڀيرو مل مهر چند آڏواڻي پنهنجي ڪتانب "سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ" ۾ لکي ٿو تہ سومرا اصل هندو راجپوت هئا. شمس العماء مرزا قليچ بيگ پنهنجي ڪتاب "قديم سنڌ" ۾ لکي ٿو تہ سومرا اصل راجپوت هئا، جي پوءِ مسلمان ٿيا. اميد علي ڪريم بخش پنهنجي ڪتاب "سنڌ جو گجراتي اتهاس" ۾ لکي ٿو تہ سومرا اصل هندو هئا. " گجراتي اتهاس" ۾ وڏيڪ لکيل آهي تہ دودي جو نالو " ڏوڏو" ۽ چنيسر جو نالو "چنڊيشور" هو. ڪتاب " ڪاٺياواڙ سرو سنگرا" ۾ لکيل آهي تہ سومرا اصل سنڌ جي راجپوت ذات آهي.

وڌيڪ چيل آهي تہ سومرا اصل چندر ونسي هئا.
ڄاڪاڻ جو " سوم " ۽ سوم " ٻئي لفظ چندرمان جا پرماڻ آهن. ڪيترا سومرا پاڻ کي عرب ذاتيءَ جا قريشي




سمجهن ٿا. ان جو ڪارڻ هي آهي ته عربن جي سنڌ فتح ڪرڻ بعد ڪيترائي قريشي سنڌ ۾ آيا ۽ سومرن جي مسلمان ٿيڻ بعد انهن جو پاڻ ۾ سڱابنديءَ جو رواج پيو ۽ پاڻ ۾ ملي ويا، جنهنڪري هو به پاڻ کي عرب خاندان جو ليکڻ لڳا. ايبٽ پنهنجي ڪتاب "سنڌ ۽ ان جا ماڻهو" ۾ لکي ٿو ته ڪو زمانو ڪڇ، گجرات ۽ سورت تي جيڪا راجپوت قوم حڪومت ڪندي هئي، سا سومرا قوم هئي. مونشي ديوي پرشاد پنهنجي ڪتاب" يو ون راج ونسالي" ۾ سومرن کي هندو راجپوت لکيو آهي. گجرات جي مشهور تاريخي ڪتاب "راس مالا" ۾ لکيل آهي ته سومرا هندو راجپوت هئا.

انهن ڳالهين تي ويچار ڪرڻ سان، سومرن جو راجپوت هئڻ ۽ پوءِ مسلمان ٿيڻ يقيني ڳالهه آهي. هيٺيان دليل انهيءَ سلسلي ۾ وزنائتا آهن؛

(الف) جيڪي عربي نسل قومون عربن جي حڪومت وقت سنڌ ۾ آيون ۽ پوءِ سنڌ ۾ رهجي ويون، تن مان ڪابه قوم سنڌ کان ٻاهر ڪڇ، گجرات ۽ ڪاٺياواڙ ڏانهن ڪانه ويئي، پر سومرن جي قوم قديم وقت ۾ گجرات، ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ طرف حڪمران قوم جي حيثيت رکندڙ هئي، جهڙيءَ طرح ايبٽ گجراتي تاريخن مان ثابت ڪري ڏيکاريو آهي. هن وقت به سومرن جو تعداد سنڌ بنسبت انهن ملڪن ۾ وڌيڪ آهي.

(ب) سومرن جون رسمون عربي نسل جي تهذيب ۽ تمدن جي برخلاف هيون.

ڍاٽ (اڳوڻو عمرڪوٽ پرڳڻو) ۽ راجپوتانا ۾ جيڪي اڄ ڏينهن تائين گيت ڳايا وڃن ٿا، تن ۾ سومرن



ڪي سوڍن سان گڏ ساراهيو ويو آهي. انهن گيتن جا نالا قولان، ڪنڪريون ڪوٽ ۽ آنبا - آنبلي وغيره آهن. . "قولان" گيت، جو سانوڻ مهيني ۾ ڳائڻ ۾ ايندو آهي ۽ جنهن ۾ هڪ وڏور ڪنيا جي ڪنواري رهڻ جو ذڪر آهي، تنهن ۾ اها ڪنواري ڪنيا قولان، چوي ٿي ته مان نه هاڏي راءِ (بوندي رياست جي راجا) سان پرڻبيس، ۽ نه جيسلمير جي پارٽي راجا سان پرڻبيس، مگر سنڌ جي سومري سان پرڻبيس. اڳي راجپوتن ۾ رواج هو ته ڇوڪريءَ ڪي چمڻ شرط ماري ڇڏيندا هئا. سومرن ۾ به اهو رواج مسلمان ٿيڻ بعد به هليو آيو.

سيد سليمان ندوي پنهنجي ڪتاب "عرب و هند ڪي تعلقات" ۾ پنهنجي هڪ ٻئي مضمون "تاريخ و سياست" ۾ لکي ٿو ته شامجي اسماعيلي دروزي امام جيڪو هڪ خط، جو هن ۴۳۲ هجريءَ ۾ سنڌ جي شيخ ابن سومر راءِ ڏانهن لکيو ۽ ڪيس سنڌ ۽ ملتان ۾ دوباره اسماعيلي حڪومت قائم ڪرڻ جي غيرت ڏياري، سو سومرن ۽ عربن جي تعلقات تي هڪ معتبر شاهدي ڏئي ٿو. "تاريخ معصومي" ۾ آهي ته غزنين جي ڪمزوري جو فائدو وٺي سومرن پنهنجي سردار سومري ڪي حڪومت جو حوالي ٻڌايو. جنهن "صباد" نالي هڪ زميندار جي ڇوڪريءَ سان شادي ڪئي، انهيءَ مان ثابت ٿو ٿئي ته انهي نو مسلم سومري حاڪم، ڪنهن قديم عرب مسلمان خاندان مان شادي ڪئي. جنهن مان اهو گهراڻو شروع ٿيو.

"تاريخ فرشته" ۾ ڏني جي سومري حاڪم جو نالو چنيسر لکيل آهي؛ جو اصل ۾ چنيسر آهي. چنيسر

جو اصل نالو چنڊايشور هو، جو هندو نسل جو پٽ ڏي ٿو. سومرن کي اصل "سومراءِ" چوندا هئا: "سوم جي هنديءَ ۾ معنيٰ "چنڊ" آهي. اهڙيءَ طرح سنگهار کي "سنگهراءِ" ۽ پونگر کي "پونگراءِ" سمجهڻ گهرجي. مٿين حوالن جي بنياد تي چئي سگهجي ٿو ته سومرا اصل هندو هئا ۽ پوءِ مسلمان ٿيا. سندن مسلمان ٿيڻ بابت تاريخدانن جا ڌار ڌار رايا آهن




## سومرن جون ڪي خاص رسمون

سومرن جون جيڪي خاص رسمون ۽ چال چلت جون ڳالهيون "تاريخ طاهري" ۽ چچنامي" ۾ لکيل آهن، تن مان به ثابت ٿئي ٿو ته سومرا عربي نسل قوم نه هئا، ڇاڪاڻ جو اهي رسمون عربي تهذيب ۽ تمدن جي برخلاف هيون. انهن تي ويچار ڪرڻ مان سومرن جو ڀهريائين راجپوت هئڻ ۽ پوءِ "قرمطي" بنجڻ ۽ تنهن کان پوءِ مسلمان ٿيڻ يقيني ڳالهه آهي.

سنڌ جي سومرن سردارن ۾ وڏائي ۽ غرور ايترو هوندو هو جو پنهنجيءَ قوم جو غريب ماڻهن خواهه ٻيءَ رعيت کي پاڻ کان گهٽو گهٽ سمجهندا هئا. ڪي نشانيون به پنهنجيءَ سڃاڻپ لاءِ مقرر ڪري ڇڏيون هئائون، جن مان معلوم ٿي سگهندو هو ته اهي سومرا سردار آهن. جيئن ته هو پاڻ پڳ يا پٽڪو ٻڌندا، مگر غريبن ۽ رعيتي ماڻهن کي پٽڪي ٻڌڻ جي منع هوندي هئي، جنهن ڪري اهي رعيتي ماڻهو پٽڪي جي بدران ڪانگي (رومال) يا اڌ اٽيل ڪپڙو مٿي تي ٻڌندا هئا.

سومرا سردار ٻين رعيتي ماڻهن جي ڪلهن تي

ڏنيءَ جو نشان ڪندا هئا. انهيءَ لاءِ تہ اهي ماڻهو سومرن سرداران جا غلام ليکيا وڃن. دودي سومري پنهنجي حڪومت وقت پنهنجن سڳن ڀائرن جي ڪلهن تي غلاميءَ جا داغ ڏنا هئا. جنهن تي اهي بگڙي بيٺا ۽ دودي انهيءَ ڪري کين مارائي ڇڏيو.



سومرا سردار پنهنجن هٿن ۽ پيرن جا نهن پاڙئون ڪڍائي ڇڏيندا هئا اهو فقط ان ڪري تہ ٻين غريبن کان هو اعليٰ درجي جا ليکيا وڃن. سومرا سردار هڪڙو ڀيرو نئون ڪپڙو پائي ميرو ڪندا هئا تہ وري ٻيهر تي نہ ڏڪيندا هئا. هو ٻيهر تان لاٿل ڪپڙو وري ڏيکڻ پنهنجي وڏ ماڻهپيءَ لاءِ عيب سمجهندا هئا.

ڪا بہ زال هڪ ڀيرو ٻار ڄڻيندي هئي تہ وري ان زال کي ويجهو ئي نہ ويندا هئا. هڪڙي سومري سردار جي زال جنهن جي مڙس سان ڏاڍي دل هوندي هئي، تنهن جڏهن ويم ڪيو، تڏهن پنهنجي مڙس کي نفرت ڪندي ڏسي ڏاڍي ويچار ۾ پئجي ويئي. هن پنهنجي مڙس جي دل وارڻ لاءِ هيءَ تجويز ڪئي جو مڙس جا لاٿل ڪپڙا ڪٺيءَ کان ڌٺاري رکي ڇڏيائين. هڪڙي ڏينهن جڏهن مڙس غسل ڪري نوان ڪپڙا گهريا، تڏهن زال ڌٺاري رکيل ڪپڙا آڻي ڏنس. صاف، نرم ۽ خوشبودار ڪپڙا ڏيکي اهو سومرو سردار ڏاڍو خوش ٿيو ۽ زال کان پڇيائين تہ "هي عمدا ڪپڙا تو ڪٿان آندا آهن؟" زال چيس تہ "هي اهي ڪپڙا آهن، جي توهان لاهي ڦٽا ڪري ڇڏيا هئا. مون اهي ڪٺيءَ کان ڌٺاري ڇڏيا هئا." ان وقت کان وٺي نہ رڳو اهو پر ٻيا سردار بہ ڌوتل ڪپڙا خوشيءَ سان ڪم آڻيندا رهيا. اها ڏاهي زال پوءِ وڃهہ وٺي پنهنجي مڙس کي ذهن

نشين ڪري سگهي ته زال ذات به ويم ڪــــان پوءِ اهڙي پاڪ ۽ صاف ٿيو وڃي، جهڙو ميرو ڪپڙو ڌوئڻ ڪان پوءِ صاف ۽ پاڪ ٿيو پوي ٿو. تنهن ڪان پوءِ سومرن سردارن پنهنجي مور ڪائي قبول ڪئي ۽ ويم ڪيل زال ڪان نفرت ڪرڻ واري ظلم جي رسم منجهائن نڪري ويئي.



سما قوم جا ماڻهو شروع ۾ سومرن جا ساٿي هئــا، پر پوءِ ســـومـــرن جي زور ظلم ۽ بدڪردارين جي ڪري انهن پنهي قوم جي وچ ۾ ايتري عداوت پيدا ٿي ويئي، جو، سومرن جي آخرين نابودي به سمن جي هٿان ٿي. ســومــرا جيتــوڻيڪ اصل هندو هئــا، ته به گــابي جو گوشت ڪائيندا هئا ۽ شراب پيئڻ وقت اهو گوشت ضرور ڪم آڻيندا هئا. سما به انهيءَ رسم ۾ ساڻن شريڪ هئا.

هڪڙي ڀيري سومرن ڪي شراب جي مجلس لاءِ گابي جو گوشت ڪپندو هو. هڪڙي سومري چا ڪيو جو ڪنهن سمي جي گهر مان ان جي غير حاضريءَ ۾ گابو چوڙي آيو ۽ ان جي گـــوشت جي ڪبـــابن ســـان پنهنجي شراب نوشيءَ جي مجلس ڪي اچي رونق ونايائين. گابي جو مالڪ سمو جڏهن گهر آيو، تڏهن زالس طعنو هڻي چيس ته "اڄ سومرا اوهان جو گابو ري موڪل ڪاهي ويا آهن، سڀــاڻي زالون بــه گــهـرن مـان ڪـڍي ويندا ته به اوهان مـان سوجهرو خير ڪو ڻيندو."

انهيءَ طعني غيــرتمند ســمي ڪي جوش ۾ وجهي ڇڏيو، ســو سـڌو پنهنجيءَ قــوم جي ســردارن وٽ ويو ۽ انهنڪي به غيرت ڏياري سومرن سان جنگ ڪرڻ لاءِ تيار ڪيائين. پوءِ ته هڪڙي پاسي سمــا ۽ ٻئي پاسي سومرا، اچي پاڻ ۾ اٽڪيا، سما ٿورا هئا ۽ سومرا گهڻا هئا. تنهن

ڪري گهٽيءَ مارا ماريءَ کان پوءِ سما هتيا ۽ ڪڇ ڏي اتي پڳا. واٽ تي ڪڇ جي رڻ ۾ ڪي سومرا انهن کي وچي پهتا ۽ اتي به سخت مارا ماري ٿي. اتان باقي جيڪي سما بچيا سي وچي ڪڇ کان نڪتا. سمن ڪڇ ۾ وڃي رفتي رفتي پنهنجي بادشاهي ڪئي.



سومرن جڏهن سمن کي شڪست ڏيئي ڪڇ ڏانهن ڀڄايو هو، تڏهن سما اتي چاوڙا قوم سان وچي پاڙيسري ٿي رهيا. چاوڙن جي سردارن کين آباديءَ جي ڪم لاءِ ٻنيون ڏنيون، انهي شرط سان ته ٻنين جو ان سما ڪٽن ۽ گاهه سرڪاري قلعي ۾ پهچائين. ڪجھ وقت سما ائين ڪندا رهيا. جڏهن پنهنجا پير مضبوط سمجهيائون، تڏهن پاڻ ۾ صلاح ڪيائون ته ڪڇ جو قلعو هٿ ڪجي.

هڪڙي ڏينهن سمن چا ڪيو جو گاهه جون پنج سو گاڏيون قلعي ۾ موڪليائيون. هر هڪ گاڏيءَ ۾ ٻه ٻه پهلوان مڙس هٿيارن سميت گاهه ۾ لڪايائون ۽ هڪڙو پهلوان گاڏيوان بنايائون. ارادو ڪيائون ته اهي پندرهن سو ماڻهو قلعي ۾ داخل ٿي وڃن، ته پوءِ ٻيا سما به هٿيار کڻي قلعي ۾ ڪاهي پوندا.

قلعي جي دروازي تي سرڪار جي پاران هڪڙو جوتشي رهندو هو، جنهن جو ڪم هوندو هو ته قلعي ۾ داخل ٿيندڙ ماڻهن جي ارادن بابت جوتش جي وسيلي خبر لهي، سرڪار کي چتاءُ ڪري. جڏهن گاهه جون گاڏيون قلعي جي دروازي تي پهتيون، تڏهن قلعي جي دروازي واري جوتشيءَ هڪل ڪري چيو ته ”گاهه ۾ ڪچو ماس آهي“.

نجوميءَ جي چتاءَ تي پهريدارن پنهنجا ڀالا گاهه

۾ ڪرڻ شروع ڪيا. گاهه ۾ لڪل پهلوان سمن کي پالن جون ڇهنبون لڳيون ٿي، تہ انهن اهي وري پنهنجن ڪپڙن سان اگهيو ٿي ڇڏيون، جنهن ڪري پهريدارن کي پڪ ٿي تہ گاهه ۾ ماس پاس ڪجهہ بہ نہ آهي. نجومي پليو آهي. نيٺ گاهه جون گاڏيون اندر ويون. رات جو اهي گاهه ۾ لڪل جوان ۽ گاڏيوان هٿيار ڪڍي قلعي جي عملدارن تي ڪاهي پيا. هوڏانهن وري ٻاهريان سما بہ هٿيار ڪڍي اچي قلعي ۾ گهڙيا. نيٺ خونريزيءَ کان پوءِ سما قلعي تي قابض ٿي ويا ۽ ڪڇ ملڪ جي حڪومت سندن هٿ آئي. راءِ پاراءِ، جاسهتا ۽ ٻيا ڪيترائي ڪڇ جا نامور حاڪم سما قوم مان هئا.




## سمن بابت وڌيڪ حقيقتون

سنڌ ۾ چوڻي آهي تہ ”سنڌ سمو، ڪاڇي چنو، ڀٽي جيسلمير“. سنڌ جي سمات قومن اهي ٽيئي ذاتيون ڪثيرالتعداد قومون آهن. ڀٽي هن وقت پنجاب، سنڌ ۽ راجپوتانا ۾ موجود آهن. مولوي نجم الدين رامپوريءَ پنهنجي ڪتاب ”وقائع راجستان“ ۾ لکيو آهي تہ ڀاٽي (ڀٽي) يادو چندربسني ٻڌ جو اولاد آهن. ”تحفة الڪرام“ ۾ لکيل آهي تہ دوارڪا (گجرات) جي راجا سري ڪرشن کي اٺ راڻيون هيون. ستين راڻيءَ، ڄاموتيءَ، جي بطن مان وڏي پٽ جو نالو سامبا هو. جنهن جي حڪومت مهراڻ جي ڀرسان ڪپن تي هئي. سندس حدون زابلستان تائين هيون ۽ سدومانا (سيوهڻ) سندس تختگاهہ هو. سنڌ ۽ ڪڇ جا سما ۽ جاڙيجا سندس اولاد مان آهن. سري



ڪرشن جي وڏيءَ راڻيءَ، رڪمڻيءَ، جي بطن مان وڏي پٽ جو نالو پردمن (پريودمن) هو. جنهن کي ٻه پٽ هئا: ١- ان ران ۽ ٢- بجر جو پٽي قوم جو مورث اعليٰ شمار ٿئي ٿو. بجر کي ٻه پٽ هئا: ١- ناب، ۽ ٢- ڪير. هنن ٻنهي يادو ٻائرن جو اولاد ڇاونجاهه شاخن ۾ ورهائجي ويو، جيڪي سنڌ، مارواڙ ۽ پنجاب ۾ رهڻ لڳا. بعد ۾ راٺوڙن جي زور ونڊ ڪري پٽي، جاڙيجن ۽ هري ڪل جي قبيلن پنهنجي اصل وطن سيوهڻ کي اچي وسايو. جتي هري ڪل راجا شيام بس (سامبس) راڄ ڪندو هو. هن راجا سنڌ جي لاڙ واري ڀاڱي ۾ "شيام" نگر" شهر تعمير ڪرايو، جو پوءِ سما نگر (ساموئي) سڏجڻ لڳو. راجا سامبس اسڪندر مقدونيءَ (يوناني) سان مقابلو ڪري شڪست کاڌي هئي. "ڄام" لقب دراصل "شيام" آهي، جو ڦري گهري ڄام ٿيو آهي. ڪرشن کي "هري" ۽ "شيام" جي لقب سان به سڏيندا هئا. محمد بن قاسم جي ڪاهه وقت سنڌ ۽ پنجاب جا پٽي، سما، جاڙيجا ۽ چنا ٻڌ ڌرم جا پوڄاري هئا. اهي وڏا دولتمند ۽ جاگيردار هئا، جن کي عرب مورخن هڪڙي ئي نالي سان "سمبني" لکيو آهي. اهي پهريان سنڌ جا هندو هئا، جن اسلام قبول ڪري فاتح سنڌ کي مدد ڏني هئي.

سنڌ ۾ سمن جون انيڪ ذاتيون رهن ٿيون. "تاريخ تمدن سنڌ جو ليکڪ مولائي شِدائي لکي ٿو ته اسلامي انقلاب هن ملڪ ۾ اهڙو تغير آندو جو اڄ سنڌ اندر ٽيهه لک سمات قومون موجود آهن. برهمڻ دور يا انکان اڳ سومرا، جاٽ، لوهاڻا، ميد خواهه سمني (سما) هندو هئا. متين قومن ۾ موروثي اثر جي ڪري اهڙا

جذبات، خيالات، رسمون ۽ عقيدا موجود هئا. جن انهنکي ٻين قومن کان بلڪل الڳ رکيو.

متيون سمات قومون جن جا پاڙا، ابڙا، داسڙا، جاڙيجا، لاکا، راهو، انڙ، جکرا، پڙهيار، کوريجا، ناهيا، چاوڙا، ٻتي، اوڍر، اڏا، اڏيجا، مهر، ساند، مناهيا، سميجا، لنجا، ڏاهر، راڏڻ، کاکيپوتا، هنگورجا، هاليپوتا، هالا، ساهڙ، نهڙا، جکرا، کاهيا، پلي، سوڍر، اوڍا، ابڙيجا، رکن، راهما، مگريا، جوڻيجا، آريسر، درس، چانگ، راجڙ، دل، پنجارا، ٻپيريا، سوما، وسائي پوٽا، سومي پوٽا، چچر، ڏيتا، ديدا، تيٻا، اوٺا، وکيا جهنجهي، سائوند، بيسر، جيسر، گيهلڙا، کيريا، کوڙ، سنگراسي، چنا، ٻٽ، مکواٽا، ولها، سهتا، ٻازچ، ڏاڳوز، جهاڳورا، مياٽا، ٻاڙها، گجو، چاچڙ، کوکر، نون، نهڙي ڏوهٽ، کيلهڻ، نٻا، مڏا، کونڙيا ۽ ٻيا سوين پاڙا جن جو الڳ وچور ڏنل آهي ۽ جيکي سنڌ، پنجاب، ڪڇ ۽ کاٺياواڙ طرفن پکڙيل آهن، تن ۾ سنڌ جي سداحيات شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ کي کيترئيون چگايون ڏسڻ ۾ آيون، جن کي هن پنهنجي رسالي ۾ ساراهيو آهي. مثال؛




”سمي سام کنئي، سرڻن جو سک ٿيو.“
”سما تو سر ڇٽ، نات پاڳارا پرس ٻيا.“
”سمي جي سهاڳ جي کنهين پيئي کل.“
”سمو سخاوت جي، ويٺو ٻيچي پر،
کوٺيو کنگالن کي، ڏئي دلاسا در،
متي ولهن ور، ڏيهاٽي ڏاتار جي.“

## لس ٻيلي جا سمات



يوناني جاگرافيدان لس ٻيلي کي گدروشيا (Gedrosia) سڏيندا هئا. ان مثال لاءِ هتي گدرو قوم اجا موجود آهي. ان کان پوءِ ايران جي تلسط وقت قندابيل ۽ ان جي ويران ٿيڻ کان پوءِ ارمن بيل جا شهر آباد ٿيا. تاريخ اسريا مان معلوم ٿئي ٿو تہ لس ٻيلي جي ڏاکڻي سمنڊ جي ڪناري تي ميد قوم وارا بہ آباد هئا. جي مڇيءَ جي شڪار تي گذر ڪندا هئا. عربن جاقتدار کان پوءِ بہ اهي ماٺهو بغاوتون ۽ چوريون فساد ڪندا هئا، انڪري عرب کين "لص" ڪوٺڻ لڳا. جنهنجي معنيٰ "چور" آهي. اهو ئي سبب آهي جو ارمن ٻيلو ڦري لص ٻيلو سڏجڻ لڳو. ان کانپوءِ سنڌي محاوري ۽ تلفظ ۾ لس ٻيلو ٿي پيو. راءِ گهراڻي ۽ برهمڻ گهراڻي جي دور ۾ لس ٻيلو سنڌ جي حڪومت هيٺ هو. راجا ڏاهر جي وقت ۾ بہ هي ملڪ سندس حڪومت جو حصو هو. ڪنراچ علائقي ۾ راجا ڏاهر جي راڻيءَ، بانيءَ ڏانهن منسوب ڪيل بانڪي ڪوٽ جو ذڪر اچي ٿو. ۽ ان جي پسگردائي ۾ اجا بہ هڪڙي قوم "ڏاهر" جي نالي سان موجود آهي، جنهن ڏاهر ٻاران اتي حڪومت ڪئي. عربي فتوحات کان پوءِ اهي اتي رهجي ويا. عربن جي اچڻ وقت هتي بہ قومون گهڻي تعداد ۾ موجود هيون، سي ميد ۽ جت هيون.

موجوده وقت لس ٻيلي ۾ گهڻيون قومون آباد آهن، جن مان مکيہ قوم سما آهي. آر هيوز "بلر امپيريل آف انڊيا" ۾ لس ٻيلي جي ڄامن کي قريشي ڄاڻايو آهي. محمد بن قاسم فرشتا، ڄامن کي جمشيد جي نسل مان هئڻ ڪري "ڄام" جي لقب سان لکيو آهي. "تحفة الڪرام" جو صاحب ڄامن کي عڪرمہ بن عاصم بن

اوجهل جي نسل مان چاٿائي ٿو. جديد مورخن ڪرنل جيمس ٽاڊ هن خاندن کي گجرات جي يادو ونسي راجا ڪرشنجي ستين راڻيءَ، ڄاموتي، جي بطن مان لکي ٿو، جنهن جي حڪومت مهراڻ جي ٻنهي ڪپن تي، زابلستان تائين هئي. هن گهراڻي جي راجا سامبا جو تختگاهه سما ننگر هو. سنڌو سما، حڪومت اندر مڪران ۽ لس ٻيلو به هئا.. سما ننگر جي ويرانيءَ بعد سومرن ساموئي شهر ٻڌو. جاڙيجا به سمن جي شاخ آهن، جن جي سنديسمانا (سيوهڻ) تي حڪومت هئي. سندن راجا موسيڪانوس اسڪندر يونانيءَ جي آڏ مچي هئي. سنسڪرت لفظ موشيڪا، موسيڪانوس لاءِ ڪتب آندل آهي. سما راجا سامبس بهادريءَ سان يونانين جو مقابلو ڪندي مارجي ويو هو. نوان ننگر جي جاڙيجا راجا جو لقب به ڄام هو. ڄام انڙ به لس ٻيلي ۾ رهندو هو. سما ۽ چنا سنڌ جون پهريون سماٽ قومون آهن، جن عربن جي ڪاهه وقت اسلام قبول ڪيو هو. هاڙيجا جيڪي ڪڇ ۾ رهجي ويا، سي هندو آهن.

لس ٻيلي جو ڄام به سمو آهي. باقي قومون جيڪي انهن مان ڦٽيون آهن، سي جدا جدا نالن سان مشهور ٿينديون ويون، انهن مان ڪي مکيه قومون هي آهن: چنا، گنجا، برفت، حدراني، ڄاموٽ، بنديجا، ٻرا، آگريا، رونجها، ٻاپڙا، واهرا، شاهڪ، موندرا، وغيره.

لس ٻيلو سنڌ جو تاريخي دروازو رهيو آهي. تاريخن مان معلوم ٿئي ٿو ته لس ٻيلو راءِ گهرڻي جي حڪومت (۴۹۲ع کان ٦۴۲ع) جي زماني کان وٺي سنڌ جي حڪومت جو هڪ ڀاڱو رهيو آهي ۽ سنڌ جي رهاڪن



آڳاٽي زماني کان وني لس ٻيلي کي پنهنجو وطن بنايو هو. برهمڻ، عرب ۽ ان کان پوءِ سومرن ۽ سمن جي راڄ ۾ به لس ٻيلو سنڌ جو مکيه ڀاڱو هوندو هو. سنڌ جي سومرن ۽ سمن گهٽي تعداد ۾ وڃي لس ٻيلي کي وسايو، ان ڪري لس ٻيلي ۾ سنڌي ٻوليءَ ۽ تمدن جو رواج پيو.



سمن جي آکهن جن لس ٻيلي تي حڪومت ڪئي، انهن مان هڪ شاخ رونجها آهي. هن شاخ جي نه فقط لس ٻيلي ۽ سنڌ تي، پر بلوچستان ۾ سڀيءَ تائين حڪومت هئي. رونجهن هن علائقي تي اٽڪل ٽي سو ڪن سال حڪومت ڪئي. ۽ سترهن صدي عيسويءَ جي پوئين اڌ ڏاري سندن حڪومت جي پڇاڙي ٿي. ان کان پوءِ جنهن زماني ۾ سنڌ تي ڪلهوڙا راڄ ڪندا هئا، ان زماني ۾ لس ٻيلي تي برفتن جي حڪومت هئي. اهي به سنڌي هئا. سن ۽ برفتن ڪانسواءِ سنڌ جي هڪ ٻئي قبيلي جنهن لس ٻيلي تي گهٽو راڄ ڪيو، اهي ڪوريجا هئا. ڪوريجا سنڌ جي ڪوهستان واريءَ ايراضيءَ ۾ آباد هئا ۽ هنن لس ٻيلي تي ٢١۴ سال حڪومت ڪئي.

لس ٻيليءَ سنڌ جي ماڻهن ۾ تمدني هڪجهڙائيءَ جو ٻيو ڪارڻ باهمي شاديون ۽ مذهبي ناتا تڪاتا به آهن. لسٻيلي ۾ لاهوت لا مڪان، شاهه بلاول نوراني ۽ هنگلاج جا زيارتگاه قديم زماني کان هزارين عقيدتمندن جو آماجگاهه رهيا آهن. ان ڪانسواءِ لس ٻيلي واري ايراضيءَ جي واپار ۽ تجارت جو سارو دارومدار پراڻي زماني کان سنڌ تي رهيو آهي. قديم آثارن جي کوٽائيءَ مان ثابت ٿيو آهي ته سنڌي هڪ واپاري قوم آهي. هتي جا واپاري واهڻن ۽ غورابن ذريعي مال ڍوئي، ڏيساور ڏانهن

واپار ســانگي ويندا هئـا. واپار جي ســهـولت، ســامــونڊي ساحل، خشــڪي رستن، مـڇي مـارڻ، پيڙيون ٺـاهڻ توڙي اهڙين ٻين سهوليتن جي ڪري سنڌ جي ڪيترن ئي قبيلن، سنڌ مـان لڏي، لسي ٻيلي ڪي وچي آباد ڪيـو. انهن مـان ڪي لس ٻيلي ڪــان ٻه وڌي بلوچســتــان جي ڪن ٻين علائقن ۾ پڻ وچي آباد ٿيا. انهن قومن ۽ قبيلن مان ڪي هي آهن:



رونجهــا. سنڌ جي ســمــا خاندان جي هڪ شــاخ آهي. نومــڙيا (برفت). سنڌ ۽ لس ٻيلي جي گــڏيل قــوم آهي. عام روايت موجب هيءَ قوم سنڌ جي سما نسل مان آهن. ڊاڪٽر بلوچ جي خيال موجب نهڙيا ۽ نومڙيا ساڳئي نسل مـان آهن. صابرا قبيلو سومرن جي هڪ شاخ آهي. صابرا لس ٻيلي کان سواءِ سرئوان، جهالاوان، ڪوهياري ۽ باغبــان طرف پڻ رهن ٿــا. جدگــال اصل سنڌ جا رهاڪو جت آهن. عـربن جي ڪاهن وقت، يعني ستين صـديءَ ۾، بلوچستان ۾ ميد ۽ جت قومون گهڻي تعداد ۾ آباد هيون. مــيــد ڏکڻ ۾ ســمنڊ جي ڪناري آباد هوندا هئــا ۽ جت (جدگــال) ڪڇي، لس ٻيلي ۽ مـڪران ۾ آباد هئا جدگـال مـال پالڻ کـانسواءِ زاعت جو ڌنڌو پڻ ڪندا هئا. مـوندرا، اصل ۾ ســومــرا آهن. واهرا، اصل ۾ مــوندرا آهن. باريچا اصل دادو ضلع جا رهاڪو آهن. جاموٽ قوم سنڌي نسل مان آهي ۽ سندس ڪيترائي پاڙا آهن. ميد سنڌ ۽ لس ٻيلي جي قديم قوم آهي. مڇي مارڻ جا ماهر ۽ سٺا ناکئا آهن. ڪاتيار ڪوري آهن ۽ اصل سنڌ جا رهاڪو آهن.

اهڙيءَ طرح ٻيون قـومـون، جيـڪي سنڌ مـان لڏي لس ٻيلي ۾ اچي ويٺــيــون، تن مــان ڪي هي آهن: دودا،




(شاهوڪ)، گونگا، ڇتا، چاموٽ، برباز (ڄنساٽيءَ جي شاخ)، آٿا، راهو، برادِيا، لنگها، ڪڙياٽي، مردوئي، سوسولي مانڌڙا، وغيره سياسي تسلط، ساڳي حڪومت، ۽ سماجي، مذهبي، علمي ۽ ادبي ميل جول سبب لس ٻيلو سنڌ جو سياسي، طبعي ۽ لساني حصو بڻجي چڪو هو. تهذيبي ۽ تمدني لحاظ کان ائين اصل محسوس نٿو ٿئي ته ڪو لس ٻيلو سنڌ جو حصو نه آهي. قديم زماني کان وٺي برهمڻ گهراڻي جي حڪومت تائين، پوءِ رونجهن، برفتن، ڪلهوڙن، ڪوريجن جي حڪومت تائين، ۽ پوءِ اڄتي هلي موجوده وقت تائين، لس ٻيلي جي عام ماڻهن جي مادري زبان سنڌي رهي آهي.

لس ٻيلو قديم قومن ۽ قبيلن جو آماجگاهه رهيو آهي. سڪندر يونانيءَ جي وقت ۾ موجوده ڪراچيءَ کان اولهه طرف لس ٻيلي جي حد ۾ "آرابي"، "اورپتي" ۽ "گيدرو" نالي قومون آباد هيون. ساموندي ڪناري لڳ ماهي خور وسيل هئا. هنوقت جا گدور ۽ ميد نالا غالباً انهن قديم قومن جي نالن جا يادگار آهن. سامي نسل قبيلا به ڪنهن سمي اچي هن ملڪ ۾ آباد ٿيا هئا. اسلامي جي فتوحات سان عربي نسل جي قبيلن هن ايراضيءَ ۾ سڪونت اختيار ڪئي. ان بعد نسبتاً ويجهي تاريخي دور ۾ هڪ طرف سنڌ جي قومن ۽ ٻئي طرف بلوچ قبيلن اچي لس ٻيلي کي وسايو، ۽ انکي سنڌ بلوچستان جي گڏيل تهذيب جو آئينو بنايو.

مجموعي طور سمات قوم جون هيٺيون شاخون لس ٻيلي ۾ آباد آهن: شاهوڪ، سور، مسور، گورگيج، ٻرا، دودا، مانڌڙا، گنگها، سياهه پد، بردي، واهرا، ميد،

جت، سنگر، پادي، مـوندرا، مـوتڪ، گـوند، ڪرمـتي، مـانگيـا، مـسڻ برفت، ٻبـر، وڃائي، آچرا، صـابرا، برادـيا، باڪرا، زور، لنگاهہ، گبا، چٽا، وغيره، مٿيون سڀ قومون هڪ نالي سان، ”لاسي“ سڏبيون آهن.

سڀ کـان اول جنهن سنڌي قـوم لس ٻيلي ۾ پنهنجي حـڪـومت قـائم ڪئي، سي اولاد رونجهـا هئـا. رونجهـو نالي سـمـو وڏي بخت وارو ٿـيـو ۽ سندس اولاد رونجها سڏجڻ لڳا. ونگا، ڪماچا، سـسي، ڪيٽا، ٻريا، ڪينٽرا، وغيره، سندن پاڙا آهن. روجهن کان پوءِ گونگن لس ٻيلي ۾ اقـتـدار حـاصل ڪـيو. پيـروز پوتا، مندراٺي، رائيس پوتا، ڇڳير پوتا، وغيـره سندن پاڙا آهن. نامـڙيا ۽ برفت سنڌ ۽لس ٻيلي جي گـڏيل قـوم آهن. عـام راويت آهي تہ هيءَ قوم سنڌ جي سمن جي نسل مان آهي. برفت بذات خود هڪ وڏي قـوم آهي لس ٻيلي جا ڄام غالبـاً ڪونريجا آهن، ۽ ڪونريجا سنڌ جي سمن جي هڪ شاخ آهن. مـانڊڙا بہ لس ٻيلي ۾ ڪيـترن ئي مـڪـانـن آباد آهن، گوندر، شور، صابر ۽ آچرا ٻہ مانڊاڙن جا راڄ آهن. مانڊڙن جا گهٽا پاڙا آهن، جن مان هيٺيان مشهور آهن: الهداداڻي، عـارباڻي، بيگاڻي، ايلاڻي، حـسن، پنـاڻ، چيـتـو، زهراڻي، حاجاڻي، بهراڻي ۽ خورم. سندن خاص علائقو اٿل آهي، ۽ سندن سردار قمبراڻي پاڙي مان آهي. هڪ راويت موجب، صـابرا سومرن جي شـاخ آهن. مـوندرا بہ اصل ۾ سـومـرا آهن. نماڻي، خاڪواڻي، پيراڻاڻي، عبدالياڻي، موسي پوتا، براهم پوتا، غيبي پوتا ۽ سـاڪپـوتا (اسحـاق پوتا) سندن مکيہ پاڙا آهن، لس ٻيلي ۾ چٽا قوم دريجيءَ واري علائقي ۾ آباد آهي. چٽن جا گـهـٽـا پاڙا آهن، جهـڙوڪ پـوتاڻي،






پاڙچا، مناٽي، گنجا، اڏڙ، توراني، ڪوري، اوٺماٽي، وغيره پرا به لس ٻيل جي قومن مان هڪ وڏي قوم آهي، جا اتل، وندر ۽ مهنباز وارن علائقن ۾ آباد آهي. مانڌڙا، دودا باڪڙا، ڪاتيار (ڪوري) ۽ وچاٽي، پرن جا پائر آهن. بلوچستان طرف سما قبيلي جا جيڪي ڪتنب رهن ٿا، سي هي آهن: برفتن جا پاڙا ڄاموٽ، شاهوڪ، بره دودا، ماندرا، رونجها، مونڊره، بنديجا، چٽا، ڪهاوڙ، حسناٽي برفت، مردوئي، شاخ حملاٽي ۽ سوسولي. لس ٻيلي جا اڳيان ڄام، رونجها، ۽ هاٹڪا، عالياٽي، ڄاموٽ، سما نسل مان آهن، ۽ نهڙيا، برفت ۽ جوکيا، سما آهن. ٿاٽي وارن ملڪن جون مائٽيون خان قلات ۽ لس ٻيلي جي گهراڻن ۽ جوکين سان پئي رهيون آهن. باقي ٿرپارڪر جي نهڙين سان، سواءِ اڳوٽي ڏاڏاٽي تعلق جي، پوءِ ڪو به تعلق نه رهيو اٿن.

مولائي شيدائي ان خيال جو آهي ته لس ٻيلو سنڌ جو حصو آهي ۽ اتي جا رهاڪو سمات آهن. يوناني جاگرافيدارن متس "اوريٽي" †Oritaeنالو رکيو ۽ سندس بندر سونمياڻيءَ کي "راهمبيڪار" †Rambaciaنالو ڏنو هو. سندن بيان موجب، هتي تامل نالي ڪاري رنگ واري دراوڙ قوم رهندي هئي سهراڻ جي ڊيلٽا کان وٺي حب نديءَ تائين دراوڙي "اراوا" †(Arava)قوم رهندي هئي محمد بن قاسم مڪران جي والي محمد بن هارون جي مدد سان لس ٻيلو فتح ڪيو هو. "چچنامي" ۾ انهيءَ علائقي لاءِ ارمابيل، ارمنابيل، ارمن بيله، ۽ ارمائيل جا نالا ڄاڻايل آهن. انهن نالن مان چٽي سگهجي ٿو ته آرمني قوم ڪري متس اهو نالو پيرو هوندو. بهرحال، لس ٻيلو سنڌ جو

دروازو آهي، جتان فاتح عرب سنڌ ۾ وارد ٿيا هئا ۽ ديبل تي عرب لشڪر گهيرو ڪيو هو. مولائي شيدائيءَ جي خيال موجب، لس ٻيلي ۾ مکيه قومون هن طرح آهن: ڄام، شهڪ، سور، مسور، ٻرا، دودا، مانڊاڻا، گنگا يا گهونگها، جت، گدا، موندر، موتڪ، گوندر، مگيا، مسڻ، برفت، ٻبر، وچاٽي، آچرا، صابرا، باڪڙا، زور، لنگها، ڇتا، نومڙيا، جوکيا، آگريار، رونجها، گجڙ ۽ گجر. هيوزبلز جي فيصلي موجب، صابرا، آچرا، دودا، موندرا، برفت ۽ نومڙا، راجپوت نسل مان آهن. لس ٻيلي ۾ سڀ کان وڌيڪ تعداد ۾ جاٽ قوم آباد آهي.

مولائي شيدائيءَ جي تحقيقات موجب، جوکيا به نو مسلم راجپوت آهن. نومڙين بابت به سندس ساڳيو خيال آهي. مگر جيمس ٽاڊ جي فيصلي موجب، نومڙيا "جاٽ" آهن. اهي پاڻ ۾ نو ڀائر هئا ۽ "نو مردي" سڏبا هئا. پوءِ "نومردي" لفظ ڦري "نومڙي" ٿيو. ڪيچي ڪان مڪران پهتا ته اهي پاڻ کي ٻروچ سڏائڻ لڳا. گجر جارجيا، جا رهاڪو هئا، جتان نڪري، پنجاب، راجپوتانا ۽ سنڌ تائين پکڙجي ويا. پنجاب ۾ گجرات شهر سندن نالي تي موجود آهي. راجپوتن سان گڏجي پاڻ کي سورج ونسي ڪوٺائڻ لڳا. رونجهن گجرن کان لس ٻيلو فتح ڪيو ۽ سندن جملي چوويهه پڳون ٿي گذريون. ڪائڻ گنگن لس ٻيلو هٿ ڪيو. برفت نو مسلم راجپوت ۽ نومڙين جي شاخ آهن.




پاتنجر لس ٻيلي جي ماڻهن متعلق هيئين راءِ ڏني ته: "پڇا ڳاڇا تي معلوم ٿيو ته لس ٻيلي جي آبادي اٽڪل پنجويهه هزار ٿيندي، جنهنجو تقريباً ٽيون حصو




خانہ بدوش آهي، جو سهوليت مطابق پنهنجي رهڻ جون جايون بدلائيندو آهي. هو سڀ هڪ ئي قوم جا آهن، جيتوڻيڪ چئن مختلف نالن سان سڏبا آهن- جهڙوڪ نومڙيا، جدگال جوکيا ۽ جت، جنهن جي لفظي معنيٰ آهي ڪڙمي. هي ماڻهو تمام سست طبيعت آهن. هو ڀنگ پيون نشيدار شيون پيئندا، چڪيندا ۽ پنهنجو وقت اجاين مشغلن ۾ وڃائيندا آهن. هو ڏارين ماڻهن سان فضيلت سان پيش ايندا اهن. پر هنن جي فضيلت نمايان نہ هوندي آهي. هو اهڙا تہ رازجو طبع جا آهن جو خانگي ڪمرن ۾ نوس نوس ڪندا لنگهي ايندا آهن ۽ بدن تي هٿ لائي ڪپڙا ڇهندا ۽ ڏسندا آهن. هنن جي ٻي خصوصيت هيءَ آهي تہ هو ورلي ڪو سوال پڇندا آهن. مون پيلي ۾ ڏٺو تہ نومڙيا بنا ڪوٺ جي منهنجي گهر ۾ هليا ايندا هئا. جتي انبوهہ ماڻهن جا وينا هوندا هئا. هو بہ ڪلاڪ ڪن ويهي، سواءِ منهن ڪولڻ جي، هليا ويندا هئا. مرد شڪل جا ناهوڪا، قد جا وچولا، مضبوط ۽ جانٺا آهن. زالون رواجي شڪل جون آهن ۽ پنهنجي بدن يا پوشاڪ جي صفائيءَ تي ڌيان ڪونہ ڏين. مرد ڊلو پهراڻ، سٿڻ ۽ هڪ ننڍي ٽوپي پائيندا آهن. ٽوپين مان سڄاٽي سگهبو آهي تہ ڪهڙي ضلعي جا وينل آهن. زالون ساڳيا ڪپڙا پائينديون آهن، پر هنن جا گهگها ڊگها، مرين تائين هوندا آهن. ڪي گهڻهن هينيان ريشمي يا سوتي چوليون پائينديون آهن. عام ماڻهن جي غذا جانور ۽ ٻين قسمن جو ان، جو هو گهٽي انداز ۾ پوکيندا آهن، ۽ مڇي ۽ گيهہ آهي، اوچي درجي جا هندو خواه مسلمان بعضي گوشت بہ واپرائيندا آهن، جو غريبن جي طاقت کان ٻاهر هوندو آهي. هن وٽ رڍن ۽

ٻڪرين جا وڏا ڌڻ هوندا آهن، تنهن ڪان سواءِ پيلا اُٺ، ڍڳيون ۽ مينهون پڻ. هنن وٽ گهوڙن جي ڪمي آهي، جي گهوڙا هوندن به ته ننڍي قد جا ۽ گهگير. لس جي ٻولي لڳ ڀڳ سنڌ جي ٻوليءَ جهڙي آهي. اها ”جدگالي“ يا ”جيٽ گلي“ سڏبي آهي. ظاهر آهي ته ٻولي قوم جي نالي پٺيان سڏجي ٿي. مان هاڻي نومڙين جو هي مختصر احوال ختم ڪري، فقط ايترو چوندس ته اسان ٻنهي: ڪئپٽن ڪرسٽيءَ ۽ مون ڪي، هنن جي شڪل شبيهه ۽ عادتون هندن جهڙيون نظر آيون. هنن ماڻهن جي چهري ۾ هڪ قسم جي سستي ۽ آرس نظر اچن ٿا، جي مون مسلمانن جي ڪنهن به ملڪ ۾ ڪونه ڏٺا آهن. هو ان ڳالهه ۾ پنهنجن سنڌ، مڪران ۽ بلوچستان جي پاڙيسرين لاءِ نرالا آهن“.






# باب ٽيون




## ڪڇ ڪاٺياواڙ ۽ گجرات جا سمان

سنڌ جا سومرا ۽ سما، جي خود راجپوت قوم مان آهن، تنجا گجرات جي راجپوتن سان ويجها ناتا رهيا آهن. گجرات ملڪ تي هي نالو گجر قوم تان پيو، جا اصل جارجيا مان نڪري پنجاب ۾ آباد ٿي ۽ اتان گجرات ويئي ۽ اتي حڪومت ڪيائين. پرمار راجپوت ۽ سولنڪي راجپوت به گجر قوم جي نسب مان آهن. ستين صدي عيسويءَ ۾ گجرات ۾ چاوڙه قوم جي حڪومت رهي ۽ ڏهين صدي عيسويءَ ۾ اتي سولنڪي قوم حاڪم هئي. ابو ظفر ندوي پنهنجي ڪتاب تاريخ گجرات ۾ لکي ٿو ته چاوڙه قوم گجرات تي ٢۴٠ ورهيه حڪومت ڪئي. هيءَ قوم اصل سنڌ جي گجر قوم هئي، جيڪا اتان نڪري گجرات ۾ آباد ٿي. ورهاڱي کان اڳ گجرات جي ڄام نڱر صوبي جي آبادي ٽي لک چاليهه هزار هئي، ۽ اهي ذات جا جاڙيجا هئا. بهاءُ نگر جي آبادي چار لک سٺ هزار هئي، ۽ اهي ذات جا گوهيل راجپوت هئا. گوندل رياست جي آبادي هڪ لک ستر هزار هئي، ۽ اهي ذات جا جاڙيجا راجپوت هئا.

گجرات هڪ وڏو پرڳڻو آهي ۽ اتي مختلف قومون آباد آهن. موجوده وقت ۾ اتي هيٺيون قومون رهن ٿيون: پٽيل، ڪاڻيا، راجپوت، رٻاڙي، مغل، خواجا، ميمڻ، ڪولهي، ياٽ (پٽ)، چمار، راٺوڙ ۽ پرمار.

مٿي بيان اچي چڪو آهي ته گوجر قوم تان




گجرات ملڪ تي اهو نالو پيو ۽ هيءَ قوم اصل گرجستان يا جارجيا کان نڪري، ايران مان ٿيندي سپ کان اول پنجاب ۽ سنڌ تي قابض ٿي. گجرات ۽ سنڌ جون سرحدون پاڻ ۾ ملن ٿيون. ان کان پوءِ راجپوتانا، مارواڙ، گجرات ۽ هندستان جي ٻين علائقن تي هن قوم پنهنجو تسلط وڌايو. هن قوم جون انڪل ٻاهٺ کن ذاتيون آهن، پر ان جون چار ذاتيون گهڻيون مشهور آهن، جيڪي چالوڪيه پرمار، چوهاڻ ۽ پرهياڙ آهن. چالوڪيه جي وري هڪ شاخ مان سولنڪي قوم وارا آهن. هنن قومن کي هندو ڌرم جي اثر جي ڪري "راجپوت" جو لقب مليو. سنڌ جا سومرا به پرمار راجپوت آهن.

مهر خاندان به ايران کان نڪري، بلوچستان کان ٿيندو، پوري هندستان ۾ پکڙجي ويو. پنجين صدي عيسويءَ جي آخر ڌاري گپتا خاندان کي شڪست ڏيئي، مهرن اتر ڪاٺياواڙ جي علائقعي تي قبضو ڪيو. هيءَ قوم اڃا تائين ڪاٺياواڙ ۾ موجود آهي.

ڪاٺياواڙ، جيڪو سنڌ جو پاڙيسري ملڪ آهي، ان تي اهو نالو "ڪاٺي" قوم جي نالي پٺيان پيو. هيءَ قوم وچ ايشيا ۽ نيپال مان نڪري سنڌ ۽ ڪڇ ۾ آباد ٿي. اتان پهريون دفعو يارهين صدي ۽ ٻيو دفعو پندرهين صدي عيسويءَ ۾ نڪري ڪاٺياواڙ ۾ دائمي طرح آباد ٿي. ڪاٺياواڙ گجرات صوبي جو هڪ حصو، هندستان جي مغربي ساحل تي آهي. قديم زماني ۾ هن ملڪ جو نالو شورشٽ هو، جيڪو مٿئينءَ قوم جي آباد ٿيڻ جي ڪري بدلجي ڪاٺياواڙ ٿيو. هن وقت سنڌ ۾ به ڪاٺيا قوم گهڻي آباد آهي. سندن مذهب اسلام ۽ تمدني حالتون سنڌي



مسلمان سماٽن واريون آهن. هن قوم وارن جا دادو ضلعي جي خيرپور ناٿن شاهه تعلقي ۾ ڪيترا ڳوٺ آهن. جيڪي جوهي شاخ سان گڏوگڏ جبلن واري بچاءَ بند ۽ پٽ گل محمد تائين ڦهليل آهن. هنن جو مکيه ڏنڊو ڪيتي آهي.

مختلف تاريخن مان اهي حقيقتون واضع ٿين ٿيون تہ تاريخي دور جي شروعات کان وٺي ڪڇ واري علائقي جا سنڌ سان ناتا رهيا هئا. بلڪ سنڌ جي حڪومت جون سرحدون اوڀر ۾ قنوج تائين هيون ۽ ڏکڻ - اوڀر ۾ ڪڇ وارو سارو علائقو سنڌ جي حڪومت جي حدن ۾ اچي ٿي ويو. سنڌ ۽ ڪڇ جا سياسي ناتا بہ نهايت آڳاٽا آهن. سنڌ ۾ اسلام جي آمد کان گهڻو اڳ، راءِ گهراڻي جي حڪومت جي زماني ۾ بہ سنڌ جون سرحدون اوڀر ۾ قنوج تائين ۽ ڏکڻ - اوڀر ۾ سورت بندر تائين هونديون هيون. جڏهن محمد بن قاسم سنڌ فتح ڪئي، تڏهن ڪيترائي لوهاڻا ۽ ٻيا هندو ٻر وارين رياستن ۽ ڪڇ طرف پڻ لڏي ويا "تاريخ ڪلهوڙا" مان معلوم ٿئي ٿو تہ نائين صدي عيسويءَ ۾ سنڌ جي مسلمانن جي هڪ جماعت ڪن سياسي سبب جي ڪري سنڌ مان ڪڇ لڏي ويئي هئي. انهن ماڻهن آهستي آهستي ڪڇ تي قبضو ڪيو ۽ اتي جا حاڪم بنجي ويا. ڊاڪٽر بلوچ صاحب لکي ٿو:

" ڪڇ جو ملڪ محمد بن قاسم مطيع ڪيو، ۽ ان بعد سنڌ جي عربي حڪومت جي اثر ۽ رسوخ هيٺ رهيو ان کان پوءِ سنڌي نسل وارين ذاتين جو دائمي وطن رهيو ۽ اهي ذاتيون اڄ تائين ڪڇ ۾ آباد آهن. موجوده سنڌ ۽ ڪڇ جي قديم لاڳاپي ۽ انهن ملڪن جي ذاتين ۽ نسلن وغيره جي اڄ بہ ڪڇ جي پٽن کي پوري پيرائتي

خبر آهي. يچ پور، ناندرو ۽ سانئرو انهن ٻٽائتن يٽن جا قديمي ماڳ ۽ مڪان آهن".

جڏهن سنڌ جي لاڙ واري حصي تي سومرن جو راڄ (١٠٥١ع کان ١٣٥١ع) هو، ان زماني ۾ ڪڇ وارو حصو پڻ سومرن جي حڪومت جي سرحدن ۾ اچي ٿي ويو. سومرن جي چوٿين حاڪم سنگهار بن دودري جي ڏينهن ۾ ڪڇ کان وٺي هالا ڪنديءَ تائين، سڄو ملڪ سومرن جي تابع هو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب وڌيڪ لکي ٿو ته: "ڏکڻ - اوڀر سنڌ ۾، سنڌ - ڪڇ جي سرحد سومرن جي حڪومت خاص اثر ۽ طاقت جو مرڪز بڻيا ۽ انهيءَ مرڪزي ايراضيءَ ۾ سنڌي ٻولي پکڙي. سومرن جي اوائلي دور ۾، سومرن جي طاقت جو رخ ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات وارين سرحدن طرف رهيو. انهيءَ ڪري ڪڇ طرف سومرن، سمن ۽ ٻين سنڌي قومن جون بستيون قائم ٿيون، ۽ سنڌي ٻولي پکڙي."




سومرن، سمن جي مدد سان سنڌ تي قبضو ڪيو هو. حاڪم بنجڻ کان پوءِ سمن کي ستائڻ لڳا. نيٺ سمن کي ڪڇ ڏانهن ڀڄائي ڪڍيائون، جن اتي چاوڙا راجا وٽ پناهه ورتي، پر جيڪي سما سنڌ ۾ رهجي ويا تن اسلام قبول ڪيو. سمن ڪانسواءِ سوڍا ۽ جاڙيجا پڻ ڪڇ ڏانهن لڏي ويا. تاريخ مان معلوم ٿئي ٿو ته سومرن جي حڪومت جي زماني ۾، ١٣٢٠ع ۾، سنڌ جا سما ڪڇ جي حڪومت تي قبضو ڪري چڪا هئا. هن ڏس ۾ ڊاڪٽر گربخشاڻي لکي ٿو ته سما اصل جادو گهراڻي جا راجپوت هئا. سن ١٠٥٣ع ڌاري جڏهن سنڌ سومرن جي هٿ ۾ آئي، تڏهن هو سمن کي ڏاڍو ستائڻ لڳا. انهيءَ




ڪري ڪيترائي جاڙيجا سما. سنڌ ڇڏي، ڪڇ ڏانهن پڄي ويا، اتي، ١٣٢٠ع ڌاري پنهنجو راڄ ڪـڙو ڪيـائون. اڄ ڏينهن تائين سندن پويان پاڻ کي جاڙيجا سڏائيندا آهن.

ڪڇ جي راءِ جو خاندان جاڙيجا راجپـوت آهن، جيـڪي سنڌ جي سـمن سـان نسبت رکن ٿـا. اهو خاندان ڪڇ جي جي اترئين علائقي يعني سنڌ کان، ڄام لاکي ولد ڄام جاڙي جي رهنمائيءَ هيٺ، پندرهين صدي عيسويءَ ۾ ڪڇ پهـتـو هو. جاڙيجا خاندان جو نالو، ڄام جاڙي جي نالي پٺـيـان آهي. "جاڙيجا" يعني جاڙي جو اولاد يا جاڙي جا ٻار ڊاڪـتـر بلوچ جو خيـال آهي تـہ ڪڇ ۾ جاڙيجن سمن جي عروج جو زمانو ١٣٠٠ع آهي، ڇاڪاڻ تہ اٽڪل ١٣٤٠ع ڌاري جاڙيجن سـمن ڪڇ جي حـڪـومت ڇاوڙن کـان ورتي ۽ ١٥٤٠ع تائين يعني اٽڪل سوا ٻہ سئو سال جاڙيجن سمن جي ٽن خاندانن ڪڇ تي حڪومت ڪئي.

سنڌ ۽ ڪڇ جي وچ ۾ سمنڊ ۽ خشـڪيءَ رستي واپار بہ جام هلندو هو. اهو واپار قديم زمـاني کـان هلندڙ هو). سـيـاسي ۽ واپاري ناتـن کـان سـواءِ سنڌ ۽ ڪڇ جي حـاڪمن ۽ عـام مـاڻهن جا پاڻ ۾ سمـاجي ناتا پڻ هوندا هئـا. انهن ۾ باهمي شـاديون ۽ مـيل جول، مـاڻهن جي لڏ پلاڻ ۽ اچ وڃ، مذهبي تبليغ، ميلا ملاکڙا، اوليائن جا ڏهاڙا ۽ عرس مکيہ هئا.

مٿي بيان ڪيو ويو آهي تـہ ڪڇ جو راءِ خاندان، سنڌ جي جاڙي سمي جي اولاد مان هو. سنڌ تي جن سمن حـاڪمن جي حـڪومت هئي اهي ۽ ڪڇ تي جن حـاڪمن راڄ ڪيو سي، هـڪـڙي، ڏاڏي جو اولاد هـئـا. هن ڏس ۾ ڊاڪـتـر بلوچ صـاحب جو رايو آهي تـہ وڏي ڄام لاکي

جي اولاد مان هوتي ٿيو. ڄام هوتيءَ جي پٽ ڄام راهوءَ جي اولاد مان به ڄام لاکا ٿيا. جن تي پڳ هئي ڄام لاکو پٽ گـڙ راهو ۽ ۽ سندس پوٽو، ڄام ڳاهي جو پٽ ڄام لاکـو، جنهن جو پٽ ڄام جوڻو. جو ننـتي جو پهـريون سمو بادشاهه ٿيو.



سمن کان سواءِ ٻيون به ڪيتريون ئي قومون سنڌ مان لڏي ڪڇ ۾ وڃي آباد ٿيون ۽ ڪيترائي قبيلا ڪڇ مان لڏي سنڌ ۾ اچي ويٺا. پاڻ ۾ متيءَ مائٽيءَ سبب انهنجي اچ وڃ سدائين جاري هوندي هئي. ڪن قبيلن جا سـردار سنڌ ۾ رهندا هئـا ته راڄ جا مـاڻهـو ڪافي تعـداد ۾ ڪڇ ۾ رهندا هئا. اهڙيءَ طرح ڪن قبيلن جا سردار ڪڇ ۾ رهندا هئـا تـه سندن راڄ وارا سنڌ ۾ گـهـٽي تعداد ۾ آباد هوندا هئـا. اهڙيءَ حـالت ۾ انهن قـومن جي اچ وڃ دائمـا جاري هوندي هئي. انهن ۾ ٻارڻ، نهڙيا، منڌرا ۽ جت خاص قبيلا هوندا هئا، جن جو بيـان اهميت کـان خالي نـه ٿـيندو. اهي قـومون ١٩٥٣ع تائين بـه ڪڇ ۽ سنڌ ۾ ايندڙيون ويندڙيون رهندڙيون هيـون ۽ هڪـٻـئي سـان مـائـٽـيون پڻ ڪندا هئـا. سـرحد بلڪل بند ٿـيڻ کـان پوءِ هيءَ قـوم ٻن حـصن ۾ ورهائجي ويئي آهي، مگر سندن نـتي ضلعي جي جاتي تعلقي ۾ "راڄ ملڪ" آهي، سندن مـرڪزي سـردار ملڪ غلام حسين آهي، جو راڄ ملڪ ۾ رهندو آهي.

ماڻهن جي لڏ پلاڻ کان سواءِ، ڪيترن ئي ڪڇين ۽ سنڌ جي سمن سردارن هڪٻئي سان مائٽيون بـه ڪيون، سمن جي ڄام لاکيار سنڌ جي هڪ سوڍيءَ سان شـادي ڪئي هئي. ساموئيءَ جي حاڪم ڪڇ جي چاوڙا قوم مان شـادي ڪئي هئي. اهڙيءَ طرح ٻين قـومن ۽ قـبيلن، منڌرن

نهـڙين ۽ پارٽن جون هڪ ٻئي ســان سڱا بنديون تــيل هيون. ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي ڪڇ جي راءِ جي سوٽ جي ڌيءَ ســان شــادي ڪئي هئي، جنهن کي پيــار وچان "سنڌ راڻيءَ" جو خطاب بہ ڏنو هئائين.



## ڪاٺياواڙ ۾ سمات قومون

تاريخي حوالن مان ثابت ٿو ٿئي تہ ڪاٺياواڙ تي نالو ڪاٺي قـوم تان پيل آهي، جا سنڌ مـان لڏي ان پاسي وڃي آباد ٿي هئي. ڪئپٽن ولبر فورس لکي ٿـو تـہ ڪاٺي قــوم سنڌ مــان لڏي، ڪڇ ۾ پاور (Pavar)† ۾ اچي ويٺي، پوءِ اتان سئوراشٽر ۾ ٿاٽي، ۾ اچي آباد ٿي. ڪاٺي قوم بهترين جنگجو قوم جي حيثيت ۾ مشهور هئي.

ڊاڪٽر محمد اسماعيل بيگ لکي ٿو تہ ڪاٺي قوم پهريون دفعو يارهين صدي عيسويءَ ۾ سنڌ مان ڪڇ ۾، ۽ ٻيو دفعو پندرهين صديءَ ۾ سئوراشٽر ۾ وڃي آباد ٿي. ان ڪري سندن نالي پٺيان سئوراشٽ جو نالو ڪاٺياواڙ پئجي ويو. اڳتي هلي سئوراشٽر (ڪاٺياواڙ) جو اتر - اولهہ وارو حـصـو ڪڇ کـان آيل جاڙيجن جي ســر گــرمين جو مــرڪز بنجي ويو. هنن انهيءَ ايراضيءَ ۾ پنهنجون پاڙون پختيون پئي ڪيون. پهرين جاڙيجا، چوڙا سما، جيسلمير جي ڀاٽين سان شامل ٿي ويا، جو تہ اهي ٻئي گهراڻا نـٽي واري سمـا ننگر جي سردار "نرپت" سمي جي اولاد مـان هئا. جڏهن چوڙا سمـا سئوراشـتـر طرف نائين صديءَ جي پوئين حـــــصي ۾ لڏي ويا، تڏهن سنڌ جي جاڙيجن سئوراشتر طرف پنهنجا حملا شروع ڪيا ۽ چينوائن جي خلاف ڀرپور حملا شروع ڪيائون. اهڙيءَ طرح سنڌ جي

جاڙيجن ان علائقي تي قبضو ڪيو، اتي قلعا ٺهرايا ۽ پنهنجيءَ حڪومت جو پايو پختو ڪيائون. ۽ ڪڇ، موروي، جهونا ڳڙهہ ۽ ڪاٺياواڙ جون ڀيون رياستون سنڌ جي سما خاندان جي هٿ هيٺ رهيون. ماهي ڪنٺ رياست جا اصلوڪا رهاڪو ڀيل ۽ ڪول هئا؛ جڏهن عربن سنڌ تي فتح ڪئي، تڏهن جا ڪي راجپوت سنڌ مان نڪري ويا ۽ هن رياست تي وڃي قبضو ڪيائون.




## گجرات ۾ سمات

ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ وانگر، گجرات سان بہ سنڌ جا سياسي، سماجي، مذهبي، علمي ۽ ادبي توڙي اقتصادي ناتا رهيا آهن. سمن جي دور ۾ سنڌ ۽ گجرات جا سياسي ناتا تہ گهٽا وڌيا، پر سياسي ناتن کان وڌيڪ سماجي، ثقافتي، علمي، ادبي ۽ مذهبي رشتا رهيا. راءِ گهراڻي جي راڄ ۾ (۴۵۰-۶۴۳ ع) سنڌن حڪومت جون سرحدون وسيع هيون، گويا گجرات جو سڄو علائقو سنڌ جي تسلط هيٺ رهيو. برهمڻ جي زماني ۾ سنڌ جي حڪومت جون سرحدون اوپر طرف چتور تائين هيون. سيد حسام الدين راشدي لکي ٿو تہ گجرات پاڙو پاڙي سان هو. سنڌ ۽ گجرات وارن جي مٽي مائٽي هئي. گجرات جي حاڪمن سان سگن پوتن ڏيڻ وٺڻ جو رواج سنڌ جي سما گهراڻي ۽ آخري حاڪم ڄام فيروز جي دور تائين جاري هو.

گجرات ۽ سنڌ جي وچ ۾ ثقافتي ناتا پڻ ڏاڍا گهاٽا رهيا آهن. ڪاٺياواڙ وانگر، گجرات ۽ سنڌ جي وچم پڻ قديم زماني کان ماڻهن جي لڏ پلاڻ جاري رهي آهي. بادشاهن جون مٽيون مائٽيون هيون، ان ڪري بہ




ماحول سازگار هو. هزارن جي تعداد ۾ سنڌي واپاري، هنرمند، فنڪار، عالم ۽ فاضل، ديني مبلغ، سنڌ مان لڏي، گجرات ۾ وڃي آباد ٿيا. انهن ۾ ميمڻ، خواجا، لوهاڻا، ڀاٽيا، پيچارا، ڪنيار، لوهار، سونارا، کتري، رنگريز، جت، اوڏ، ملتاني ۽ ٻيون قومون گجرات جي سامونڊي ساحل، وڏن شهرن، ڳوٺن ۽ واهڻن ۾ وڃي رهيون. مسٽر مسرا لکي ٿو ته سنڌي ماڻهو بڙودي ۾ گهڻي تعداد ۾ آباد آهن، جتي هو رياست جي پوليس ۽ فوج ۾ گهڻي قدر ڀرتي ٿيل آهن. اهڙيءَ طرح اتر گجرات ۽ پالنپور طرف پڻ پوليس ۽ سرڪاري نوڪرين ۾ سنڌي گهڻا آهن. ڪي سنڌي سامونڊي ساحل تي ٻيڙين جا ناکئا ۽ ميربحر پڻ آهن .

ڪڇ ۽ گجرات وانگر، سنڌ ۽ راجستان جا ناتا به پراڻا آهن. ڪڇ ۽ گجرات جي حاڪمن وانگر راجستان جي راجائن سان سنڌ جي سوڍن، راٺن ۽ ٻين راجائي ڪل وارن مائٽيون ڪيون. ٿرپارڪر جا سوڍا به پنهنجون نياڻيون ڪڇ، مارواڙ ۽ جيسلمير ۾ پرڻائيندا هئا. انهيءَ ڪري سنڌ ۽ راجستان جي وچ ۾ سياسي ناتن کان سواءِ سماجي ناتا پڻ قائم هئا). انهي کان سواءِ سنڌ ۽ راجستان جي وچ ۾ موسم آهر لڏ پلاڻ به ٿيندي رهي.

قديم زماني کان سنڌ ۽ بلوچستان ۾ پڻ گهاٽا ناتا رهيا آهن. بلوچستان جا سبي، ڪڇي، قلات، لورالائي، مڪران، لس ٻيلو ۽ سمورو سامونڊي ساحل هزارين سالن تائين قديم سنڌ جي سياسي، سماجي، تهذيبي، تمدني ۽ اقتصادي اثر هيٺ رهيا آهن. پراڻن آثارن ۽ ٻين شاهدين مان معلوم ٿئي ٿو ته بلوچستان جي ساحلي علائقي تي قديم زماني کان واديءِ سنڌ جي ماڻهن جو قبضو هو.

بلوچستان جو هڪ خطو ڪڇي آهي. ڪڇي يا ڪڇي گنداوا ساڳئي علائقي کي چوندا آهن. ڪڇي - گنداوا جي رهاڪن ۾ جت اڪثريت ۾ رهن ٿا. راءِ گهراڻي جي حڪومت (۴۹۲ کان ۶۴۲ ع) جي زماني ۾ هن قوم جا ماڻهو سنڌ مان لڏي بلوچستان جي ڪڇي ۽ لس ٻيلي وارن علائقن ۾ پکڙجي ويا، ۽ اتي ئي ويهي رهيا ڪڇي علائقي ۾ هن قوم جا گهڻ ۾ گهٽ چاليهه پاڙا آهن، جن مان مکيه آهن: ابڙا، هائورا، ڪلهوڙا، ڪوڪر، ماڇي، منجو، پلال، پاساراٽ ۽ ٽونيا.

بلوچستان جي جتن کي جدگال چوندا آهن. سبي، ڪڇي، جهالاوان ۽ بلوچستان جي ٻين علائقن ۽ سنڌ جي اتر ۽ اوير جي وچ ۾ مختلف قبيلن جي لڏ پلاڻ هميشه ٿيندي رهي آهي. ڪيترائي بلوچ قبيلا سنڌ ۾ لڏي اچي هميشه لاءِ رهي پيا آهن. ڪي سنڌي قبيلا لڏي وڃي بلوچستان جي سبي، ڪڇي، قلات، جهالاوان ۽ ساراوان خطن ۾ آباد ٿيا آهن. اهي قبيلا سوين سالن گذرڻ جي باوجود گهرن ۾ سنڌي زبان ڪم آڻيندا آهن. مثال طور، جهل رياست جا مگسي نواب، گهرن ۾ سنڌي زبان ڳالهائين. جهل دراصل مگسين جي رياست آهي. هن اسٽيٽ جو نواب قيصر خان مگسي چوندو هو ته اسين سنڌ مان لڏي آيل سمات آهيون.

سبيءَ واري علائقي ۾ سئي ڳوٺ کان وٺي لس ٻيلي تائين، هڪ سئو ميل ويڪري ۽ پنج سئو ميل ڊگهيءَ پٽيءَ جي هن ايراضيءَ ۾ نه صرف بروهي، بلوچ ۽ پٺاڻ رهن ٿا، پر ٻيون به ڪيتريون ئي سنڌي ذاتيون صدين کان آباد آهن، جن ۾ شيخ، سومرا، رڏ، ابڙا، سيال، اعوان،



ملڪ، پرڙا، هندو، ينگر، پلال، ڪوڪر، ريٽي، ٻبر، ناوڙا، ڪنير، گوپانگ، آرائين، ڪورائي، ڪولاچي، ماڇي، ڏپالي، ڇهـواڻ، ڪوري، مـوچي، سـمـيـجا، چاچڙ، ڏنگر، تنيـا، سيلاچي، بوهڙ، چڪڙا، سيانچ، نائچ، پنهيار، پنهور ۽ هاڙها شامل آهن.






# ببليو گرافي





١. بلگرامي، سيد علي (مترجم): "تمدن هند"، لاهور، مقبول اڪيڊمي ١٩٦٢ع.

٢. مولائي شيدائي، رحيمداد خان: "تاريخ تمدن سنڌ"، حيدرآباد، سنڌ يونيورسٽي، ١٩٥٩ع.

٣. بنگلوري، محمود: "تاريخ جنوبي هند"، لاهور، پبلشرس، يونائيٽيڊ ١٩٣٧ع.

4. Ross, David: "The Lavd of Five rivers and Sindh" Lahore, Al-Biruni, 1976 (reprint)

٥. صائب، عبدالقيوم: "پاڪستان جي تاريخ" (هندستان سميت)، حيدرآباد، "اداره آواز ادب"، ١٩٦١ع.

٦. سرڪي، شمس الدين (مترجم) "سنڌو ماٿر جي سڀيتا" حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٧٩ع.

٧. شرما، دوارڪا پرساد روچيرام: "پراچين سنڌو سڀيتا جو نظارو" حيدآباد، شرما س - ن.

٨. نظاماڻي نور محمد مولوي: "تاريخ سنڌ"، ياڳو پهريون، حيدرآباد، "سنڌ مسلم ادبي

سوسائٽي" ١٩٢٣ع.

٩. مولائي شيدائي، رحيمداد خان: "شاهہ جا گندرا"، ٿماهي" مهران"، جلد ١١، نمبر ٣، ١٩٦٢ع.

١٠. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر: "سنڌي ٻوليءَ جي لساني جاگرافي" ڄامشورو، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ١٩٧٩ع.

11. Ibbetson, Denzil: "Punjab Catsts" Patiala, Languages Deptt, 1970.

12. Tod, James: "Annals and Antiquities of Rajasthan" vol,I, London, Smith Elder & Co, 1829.

13. Lambrick, H.T: "Sindh General Introduction," Hyd. Sindhi Adabi Board, 1964.

١٤. مولائي شيدائي، رحميداد: "بلوچستان جي مختصر تاريخ" سکر، منصف. ١٩٤١ع.

15. Punhwar, M. H: "Source Material on Sindh" Hyd, Institute of Sindhology, 1977.

١٦. ندوي، ابوظفر سيد: "تاريخ سنده،" حصہ اول، اعظم گڏهہ، دارالمصنفين، ١٩٤٧.

١٧. شمشير الحيدري (مرتب): "سڄاڳ سانگهڙ"،

سانگهڙ، "سانگهڙ ڊيولپمينٽ ائسوسيئيشن"، ١٩٧٤ع.

18. Census of India:1911.



١٩. سيال، علي محمد: "سمات قوم جو اصل نسل": تماهي "مهراڻ"، جلد ١٥، نمبر ١-٢، ١٩٦٦ع.

٢٠. هريجن، راچند: "تاريخ ريگستان"، جلد پيو، حيدرآباد، "سنڌي ادبي بورڊ"، ١٩٧٥ع.

٢١. بلوچ، نبي بخش ڊاڪٽر: "اردو"، دائره معارف اسلاميه"، جلد ١١، لاهور، "دانشگاه پنجاب"، ١٩٧٥ع.

٢٢. سمو، الهبچايو يار محمد: "سيرڪوهستان"، حيدرآباد، "سنڌي ادبي بورڊ"، ١٩٥٥ع.

٢٣. آڏواڻي، ڀيرومل: "سنڌ جي هندن جي تاريخ"، ڀاڳو ڀهريون، ڪراچي، مصنف، ١٩٣٦ع.

٢٤. مخدوم، امير احمد (مترجم): "تحفة الڪرام"، حيدرآباد، "سنڌي ادبي بورڊ، ١٩٥٧ع.

٢٥. قريشي، شمس الدين رڪن الدين: "آئينہ قديم سنڌ"، حيدرآباد، آر - ايچ احمد برادرس،

١٩٥٦ع.

٢٦. مولائي شيدائي، رحميداد خان: "جنت السنڌ"، حيدرآباد، "سنڌ ادبي بورڊ"، ١٩٥٨ع.

٢٧. عبدالغني عبدالله: "تاريخ سنڌ"، ياڱو ٽيون، "سومراءِ سما"، حيدرآباد، "سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي"، ١٩٣٩ع.

٢٨. قليچ بيگ، "قديم سنڌ، ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو"، حيدرآباد، "سنڌي ادبي بورڊ"، ١٩٦٦ع.

٢٩. پوڄواڻي، آلومل ٽيڪمداس: "سنڌ جي مختصر تاريخ"، ڪراچي، گورنمينٽ سينٽرل بڪ ڊيپو، ١٩١٢ع.

30. Sorely, H. T.: "Gazétteer of the Former Province of Sindh," Lahore, West Pakistan Government, 1898.

٣١. همايوني، نياز (مترجم): "تاريخ مظهر شاهجهان"، حيدرآباد "سنڌي ادبي بورڊ"، ١٩٧٩ع.

٣٢. سيد، جي-ايم: "جنب گذاريم جن سين، " جلد ٻيو، حيدرآباد، "سنڌي ادبي بورڊ"، ١٩٦٧ع.




٣٣. مولائي شيدائي، رحيمداد خان: "تاريخ خاصخيلي"، حيدرآباد، حڪيم نورمحمد خاصخيلي، ١٩٦١ع.

٣٤. عبدالغني، عبدالله، "تاريخ سنڌ"، ڀاڱو ٽيون - سومرا ۽ سمان، حيدرآباد، "سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي"، ١٩٣٩ع.

٣٥. مولائي شيدائي: "پنني قوم"، ماهوار "نئين زندگي"، جلد ٦، نمبر ٨، آگسٽ ١٩٥٣ع.

٣٦. مولائي شيدائي: "بلوچستان جون قومون (لس بيلو)، ماهوار "نئين زندگي"، جلد ١٠، نمبر ٦، جون ١٩٥٧ع.

٣٧. بلوچ، نبي بخش ڊاڪٽر: "ڀيلابن جا پول"، حيدرآباد "زيب ادبي مرڪز"، ١٩٧٠ع.

٣٨. سيد، جي-ايم: "جنب گذاريم جن سين" جلد ٻيو، حيدرآباد، "سنڌي ادبي بورڊ،" ١٩٦٧ع.

٣٩. صديقي، محمد حنيف (مترجم): "سنڌ ۽ بلوچستان جو سير ۽ سفر"، حيدرآباد، "سنڌي ادبي بورڊ" ١٩٧٦ع.

٤٠. ندوي، ابو ظفر: "مرات محمدي".



٤١. ندوي، ابو ظفر: " تاريخ گجرات"، دهلي، " ندوة المعنفين"، ١٩٥٨ع.

٤٢. بيگ، محمد اسماعيل ڈاكٹر: جونا ڳڙهه، حيدرآباد، " كاٺياواڙ پبلشنگ ايجنسي"، ١٩٦٤ع.







# گلشن پبليڪيشن جا ڇپايل ڪتاب

| نمبر | ڪتاب جو نالو | ليکڪ جو نالو | قيمت |
|---|---|---|---|
| 1. | شوق جو اظهار عرف صدمي جي سوکڙي | موهن لال شرما | 3/= |
| 2. | وڏا اديب وڏيون ڳالهيون | عبدالقادر جوڻيجو | 15/= |
| 3. | لائبرري سائنس جي تعليم ڀاڱو پهريون | شاهه محمد بلوچ | ختم |
| 4. | اڪائي رات وهائي | مير عبدالحسين خان سانگي | ختم |
| 5. | ڪتبخانن جو انتظام | مترجم: شاهه محمد بلوچ | 8/= |
| 6. | آدرش رنگ | ڊاڪٽر دُر محمد پٺاڻ | ختم |
| 7. | سنڌ جا مير ۽ مياڻي جي جنگ | اڌارام چاندو مل ٿڌاڻي | ختم |
| 8. | سنڌ جا هنر | نارائڻداس. آر. ملڪاڻي | ختم |
| 9. | سنڌ جو بمبئي کان جدا ٿيڻ | جمشيد. اين. آر. مهتا | ختم |
| 10. | ادب ۽ ماحول | ڊاڪٽر در محمد پٺاڻ | ختم |
| 11. | رهنمائي سنڌي نصاب | منور سلطانه | ختم |
| 12. | سوچن جي صليب تي | ميمڻ روشن تبسم | ختم |
| 13. | طالب المولیٰ | پروفيسر محبوب سروري | 15/= |
| 14. | ميراڻي سنڌڙي | نارائڻداس. آر. ملڪاڻي | 25/= |
| 15. | لائبرري سائنس جي تعليم ڀاڱو ٻيو | شاهه محمد بلوچ | 35/= |
| 16. | صوبه سنڌ خلافت ڪانفرنس | سيف الرحمان ابو المصطفیٰ | ختم |
| 17. | تقرير جو فن | مترجم: شاهه محمد بلوچ | 15/= |
| 18. | لطيف ڪوئز | ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو | ختم |
| 19. | غم شهيدان | مرزا فتح علي بيگ | ختم |
| 20. | ڊاڪٽر محمد قاضي ۽ لائبريرين شپ | شاهه محمد بلوچ | 25/= |
| 21. | مارئي ۽ مان | ميمڻ روشن تبسم | ختم |
| 22. | وطن پرست زوبا | هوتيرام ڪشنچند آهوجا | 6/= |
| 23. | سوڍن جي صاحبي يا راڻن جو راڄ | پيرو مل مهرچند اڏواڻي | ختم |
| 24. | ڪوٽڙي ڪبير جو مختصر تاريخي جائزو | مرتب: گل شير بلوچ | ختم |
| 25. | فقير جي شادي | جيٺانند پاونداس لعلواڻي | ختم |
| 26. | جادو جو پتو | جيٺانند پاونداس لعلواڻي | ختم |
| 27. | ٻگهه ڀڳت | ڀڳوان ايم. سڪراڻي | ختم |
| 28. | دنيا جو سفر | سيٺ گنگارام تلوڪچند | 9/= |
| 29. | ست سنڌي ڪهاڻيون | اُتم | ختم |
| 30. | محبوب سروري بحيثيت نثر نويس | مرتب: شاهه محمد بلوچ | 55/= |
| 31. | ڪتاب پيپرس کان پيپر بئڪ تائين | دوست محمد پتي | 30/= |
| 32. | بنگالي ڪهاڻيون | ڀڳوان آء. شهاڻي | 15/= |
| 33. | عظمت فصاحت | مرزا فتح علي بيگ | ختم |

| | | |
|---|---|---|
| .34 ڪُنيءَ منجهه ڪتا | مرزا فياض علي بيگ | ختم |
| .35 لطيفي لات | مرزا قليچ بيگ | 6/= |
| .36 سنڌ ڪوئز | ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو | ختم |
| .37 ڊاڪٽر علام علي الانا جا چونڊ مضمون ۽ مقالا | مرتب: گل شبير بلوچ | ختم |
| .38 ڪلام حامد | مرزا فتح علي بيگ | ختم |
| .39 آسمان، ڌرتي ۽ انسان | مولوي نور محمد سنڌي | 150/= |
| .40 قضيو ڪربلا جو ۽ سنڌي سلام ڀاڱو پهريون | مرزا فتح علي بيگ | ختم |
| .41 ڪتاب ۽ ڪتبخانا | گل شبير بلوچ | 30/= |
| .42 درجي بندي | دوست محمد پني | ختم |
| .43 تصوف جي تاريخ | مولوي نور محمد سنڌي | ختم |
| .44 مناجات شاهه | فتح چند منگترام | ختم |
| .45 قضيو ڪربلا جو ۽ سنڌي سلام ڀاڱو ٻيو | مرزا فتح علي بيگ | ختم |
| .46 سيرت ڪوئز | شاهه محمد بلوچ | ختم |
| .47 ڊاڪٽر محمد علي قاضي تحريرن جي آئيني ۾ | مرتب: شاهه محمد بلوچ | ختم |
| .48 مانڪ متيادار | مولوي نور محمد سنڌي | ختم |
| .49 تاريخ خانه ڪعبه | مولوي نور محمد سنڌي | 50/= |
| .50 سنڌي طباعت ۽ اشاعت جي تاريخ | ڊاڪٽر الهه رکيو ٻٽ | 100/= |
| .51 وڏن ماڻهن جو عشق | مترجم: شاه محمد بلوچ | ختم |
| .52 انساني تهذيب ۽ ڪتبجانا | گرڌنو گانگاڻي | 80/= |
| .53 ادبي سوغات | منور سلطانه | 25/= |
| .54 ادب ۽ تنقيد | ڊاڪٽر محمد ابراهيم شيخ | 100/= |
| .55 سمات | ڊاڪٽر الهه رکيو ٻٽ | 50/= |
| .56 شيري ۽ پوري | شمس الدين سومرو | ختم |
| .57 مولانا عبيدالله سنڌي جو افتتاحي خطبو | مولانا عبيدالله سنڌي | 25/= |
| .58 آئينه ڪتب خانه | گرڌنو گانگاڻي | 60/= |
| .59 جنهن کي رب رکي | شمس الدين سومرو | 40/= |
| .60 شيخ اياز شخصيت ۽ فن | گرڌنو گانگاڻي | 75/= |
| .61 سنڌي زبان ۾ لائبريري سائنس جي ببليو گرافي (١٩٠١ کان ١٩٩٥ع تائين) | شاهه محمد بلوچ | 40/= |
| Dictionary of Library Science .62 | Shah Mohammad Baloch | 250/= |
| .63 تحقيق جو فن | ڊاڪٽر غلام حسين پنان | ڇپائي هيٺ |
| .64 ورهاڱي کان پوءِ سنڌي ناول جي اوسر جلد اول | نور افروز امين خواجه | 150/= |
| .65 عڪس جمال مصطفي صلي الله عليه وسلم | شاهه محمد بلوچ | 40/= |
| .66 مذهب ۽ ڌرم | ترجمو: گرڌنو گانگاڻي | 70/- |
| .67 پورو ٻگهڙ | ترجمو: يوسف سنڌي | 120/- |

Address: HCB-1816, Mumtaz Colony,
Qazi Abdul Qayoom Road, Hyderabad

# گلشن پبليڪيشن جا ڇپايل ڪتاب

- سنڌ جي هندن جي تاريخ (پاڱو پهريون)
- سنڌ جي هندن جي تاريخ (پاڱو ٻيو)
- اتر لڳا آءُ پرين
- وڏن ماڻهن جو عشق
- ورهاڱي کان پوءِ سنڌي ناول جي اوسر (جلد - 1)
- ورهاڱي کان پوءِ سنڌي ناول جي اوسر (جلد - 2)

Graphics: Inter Communications, Hyd.

Price: Rs. 70-00

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بِين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَکَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُکاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيکي بہ ڪٽين، جيکي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ ٻڌ ڪان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)